# تهذيب جو سفر

## موهن جو دڙو ڪان هڙاپا تائين








سيتارام ڪوهلي

منصور قادر جوڻيجو




# تهذيب جو سفر

## موهن جو دڙو کان هڙاپا تائين

سيتارام ڪوهلي

منصور قادر جوڻيجو




سنڌ راڻي پبليڪيشن

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | تهذيب جو سفر<br>موهن جو دڙو کان هڙاپا تائين |
| ليکڪ | : | سيتارام ڪوهلي |
| سنڌيڪار | : | منصور قادر جوڻيجو |
| موضوع | : | تاريخ |
| ڇاپو | : | پهريون |
| تعداد | : | 500 |
| سال | : | آڪٽوبر 2019ع |
| ڪمپوزنگ/ٽائيٽل | : | شاهزيب ميمڻ |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد<br>03013492704 |

قيمت: 200 روپيا

TAHZEEB JO SAFAR
MOHAN JO DARRO KHAN HARRAPA TAIN
(History)
By. Mansoor Qadir Jonejo
Sindh Rani Publication Hyderabad.


**ڪتاب ملڻ جا هنڌ:**

پيتائي ڪتاب گهر حيدرآباد، فڪشن هائوس حيدرآباد، ڪويتا ڪتاب گهر حيدرآباد، ادبي بورڊ بوڪ اسٽال تلڪ چاڙهي حيدرآباد، قليچ ڪتاب گهر سنڌي لينگويج اٿارٽي حيدرآباد، ڪنگ پن بوڪ هائوس پريس ڪلب حيدرآباد، ڪامريڊ بوڪ اسٽال ڄامشورو رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو مهراڻ ڪتاب گهر لاڙڪاڻو وسيم ڪتاب گهر شڪارپور، سنڌيڪا ڪتاب گهر سکر، تهذيب بڪ اسٽور خيرپور ميرس، ٿر ڪتاب گهر مٺي، سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد، بلوچ ڪتاب گهر قاسم آباد حيدرآباد.

# ارپنا

سنڌو تهذيب جي پڌرائي ڪندڙ
سرجان مارشل
۽
سنڌو تهذيب تي تحقيق ڪندڙ
سرمارٽيمرويلر
جي نالي....!!

منصور قادر جوڻيجو

# سنڌاءُ

# اداري پاران

سنڌ جي تاريخ، ثقافت، تهذيب ۽ سياحت تي جيترو ڪم ٿيڻ گهرجي، اهو نہ ٿي سگهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ جن ادارن وٽ اهڙي ڪم لاءِ بجيٽ آهي اهي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ناهن، پر فردي طور تي ڪجھ ماڻهو پنهنجي ثقافت سياست ۽ تهذيب تي ڪم ڪندا پئي آيا آهن، انهن ۾ منصور قادر جوڻيجي جو نالو سر فهرست آهي، هن جتي بہ جهڙي بہ پوليءَ ۾ پنهنجي ثقافت ۽ تهذيب تي ڪو بہ مواد ڏٺو ان کي سهيڙي پاڻ وٽ محفوظ ڪيو آهي، سنڌ جي تاريخ، ثقافت، سياحت ۽ تهذيب جي مواد جو وٽس وڏو خزانو موجود آهي، جيڪو هو سنڀاليو وينو آهي ۽ جاتي بہ موقعو مليو اٿس ان کي هن پروسوت پئي ڪيو آهي، ان جو ثبوت سندس هي ڪتابچو آهي.

موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي تاريخ ايتري پراڻي آهي جيتري انسان جي ناريخ پراڻي آهي، اسان جي ثقافت ۽ تهذيب 5 هزار سال پراڻي تهذيب آهي، جنهن کي منصور قادر جوڻيجي هن مختصر ڪتابچي ”تهذيب جو سفر. موهن جو دڙو کان هڙاپا تائين“ ۾ محفوظ ڪيو آهي پر هن موضوع تي وڏو ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي پر اسان وٽ ايترا وسيلا نہ آهن جو اهو سمورو ڪم ڪري سگهون، اسان وٽ ڪم ڪرڻ جي صلاحيت آهي، جذبو آهي، حوصلو آهي پر وسيلا ناهن جو اهو سمورو ڪم ڪري سگهون، ان لاءِ ثقافت ۽ سياحت کاتو اسان سان رڳو ڪتاب خريد ڪرڻ جو سهڪار ڪري تہ بہ اسان گهڻو ڪجھ ڪري سگهون ٿا.

تجويز اها بہ آهي تہ سنڌ ميوزم حيدرآباد ۾ موهن جو دڙو تي اهڙو ڪارنر قائم ڪيو وڃي جنهن ۾ لاڳاپيل ڪتاب ۽ پيون شيون رکيون وڃن، اهي سمورا ڪتاب ۽ پيون شيون اسان فراهم ڪنداسين.

اسان ثقافت کاتي جي انتظاميہ مان اها اميد ڪيون ٿا تہ هو اهو تاريخي ۽ ثقافتي ڪارنر ضرور قائم ڪندا، اسان سندن سهڪاري رهنداسين.

غلام مصطفيٰ سولنگي
سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد
03013492704

## مهاڳ

# سنڌو ماٿري جي تهذيب

دنيا ۾ قومن جي تاريخ تمام وڏي اهميت واري آهي، ڇاڪاڻ تہ تاريخ ئي آهي جيڪا اسان کي اهو ٻڌائي ٿي تہ ماضي ۾ ڪهڙيون ناڪاميون ٿيون آهن يا حاصلاتون ٿيون آهن ۽ وري تاريخ ۽ تهذيب کي سمجهڻ لاءِ قديم آثارن جي هڪ پنهنجي اهميت آهي پر اهي قومون جن تي لاڳيتو ڪاهون ٿيون هجن ۽ انهن جو استحصال ٿيندو رهيو هجي، جن قومن جي ڦرلٽ ٿيندي هجي ظاهر آهي تہ انهن جي تاريخ بہ: پر ماري، قابض ۽ ڦورو حاڪم ئي ٿيو آهي ۽ ان ڪري خاص طور تي جتي اسان ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن، انهن تاريخ جي پنن کي مرڳو گم ڪيو ويو يا انهن ڪاميابين کي بہ ناڪامي جي ڪاتي ۾ وڌو ويو ڌارين ڦورو حاڪمن کي چور لٽيرو ڪري پيش ڪيو ويو، ان ڪانسواءِ تاريخ ۾ اهو بہ اهم آهي تہ اڪثر ڪري قابض قومون اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن تہ اسان فلاڻي ديس مٿان ان ڪري قبضو ڪيو جو اتي ماڻهو ڄٽ، جاهل، نااهل هئا ۽ اسان اتي قبضو ڪري انهن مٿان ٿورو ڪيو آهي ۽ انهن کي شعور ۽ تهذيب سيکاري آهي، اهو ئي سبب آهي جو ماضي کي اهڙي نموني پيش ڪجي جيئن قابض قومن کي نفسياتي مٿڀرائي مليل رهي ۽ مظلومن کي گهٽ نيچ ڏيکارجي، جيئن اهي ذهني غلامي ۾ ورتل رهن ۽ پنهنجي ڇوٽڪاري جا گس ڳولڻ بدران انهي قبضي کي جائز سمجهي مات ڪري ويهي رهن. تاريخ کي سمجهڻ لاءِ قديم آثارن جي تمام وڏي اهميت آهي، خاص طور تي اتي جتي جي ماڻهن جي علمي خزاني ڪتابن کي تباهہ ڪيو ويو هجي، موهن جي دڙي توڙي سنڌو ماٿري جي ٻين ماڳن جي اهميت بہ ان ڪري مٿاهين آهي تہ اهي ماڳ اسان کي اهو ٻڌائين ٿا تہ 5 هزار ورهيہ اڳ بہ هتي جا ماڻهو سڌريل هئا، انهن وٽ شهري رهائش جو شعور موجود هو، شين کي سنڀالي رکڻ جو ڏانءُ بہ انهن کي ايندو هو، پاڻي جهڙي املهہ شئي کي گڏ ڪري رکڻ جو علم بہ انهن وٽ هو، خاص طور تي هڪ عمل جيڪو وڏي اهميت رکي ٿو، اهو آهي، صحت صفائي جو سرشتو، اڄ بہ اسا جي وڏن توڙي

ننيڙن شهرن ۾ اهو مسئلو موجود ناهي ٿي سگهيو پر جيڪڏهن موهن جي دڙي کي ڏسنداسين تہ اتي هڪ شاندار نيڪال جو سرشتو موجود هو ۽ ماڻهو هڪ صحت مند زندگي گذاري رهيا هئا، جنهن مان موهن جي دڙي جي رهواسين جي شهري رٿابندي جي واقفيت جو ڏس ملي ٿو.

1922ع ۾ موهن جي دڙي جي کوٽائي کان اڳ تائين اهو ئي پئي سمجهو ويو تہ مصر ۽ دنيا جون ٻيون تهذيبون آڳاٽيون آهن پر موهن جي دڙي ليڻ سان اهو ثابت ٿي ويو تہ سنڌو ماٿري جي سڀيتا انهن سڀني کان آڳاٽي ۽ جهوني آهي، هاڻي اچون ٿا انهي تهذيب ٿيل تي تحقيق ۽ ان بابت لکيل مواد تي تہ سنڌو ماٿري جي تهذيبن بابت انگريزي ۾ تمام گهڻو مواد موجود آهي، منهنجي ذاتي لائبريري ۾ 120 کان مٿي ننڍا وڏا ڪتاب موجود آهن، جن کي ترجمو ڪري پيش ڪرڻ جي ضرورت آهي تہ جيئن اسان جا ماڻهو پنهنجي شاندار ماضي کان آگاهہ ٿي سگهن پر اهو ڪم ڪنهن هڪڙي ماڻهو جي وس جي ڳالهہ ڪانهي، ان لاءِ سرڪار پاران قائم ٿيل ثقافت کاتي قديم آثارن تي ڪم ڪندڙ کاتي طرفان ڪردار نڀائڻ جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن وٽ وسيلا آهن، جيستائين ڪجهہ ڪن اسان پنهنجي محدود وسيلن آهر، سيتارام ڪوهلي پاران موهن جي دڙي ۽ هڙاپا تي ڪيل تحقيق کي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪريون پيا، جنهن ڪم کي هن اوڻيهہ جاين ۾ ورهايو آهي، اهو ڪم برابر مختصر آهي، پر تمام جامع آهي ۽ گهرائي سان ڪيل آهي، ان سان گڏو گڏ ٻين بہ قديم آثارن جي ماهرن محمد بهادر خان ۽ طاهر سعيد جا مضمون بہ شامل ڪيا آهن، جيڪي ڪجهہ جاين تي سيتا رام ڪوهلي جي خيال سان اختلاف ڪندي نظر اچن ٿا ۽ انهن پنهنجو ڏار رايو ڏنو آهي، بهرحال سنڌو ماٿري جي تهذيب ايتري تہ آڳاٽي ۽ وسيع آهي جو ان تي اجا بہ وڌيڪ تحقيق جي گهرج پوندي ۽ تڏهن ئي وڃي ڪا حتمي راءِ قائم ٿيندي، اميد تہ ليکڪن پاران ڪيل پورهيو ۽ اسان جي هي ننڍڙي ڪوشش تاريخ ۾ دلچسپي رکندڙن وٽ قبول پوندي.

منصور قادر جوڻيجو
حيدرآباد

# ديپاچو

## هڙاپا ۽ موهن جو دڙو جي کوٽائي

سيني کي خبر هوندي تہ اهو علائقو جنهن کي سنڌو ماتري چون ٿا، اتي ڪن قديم آثارن جي ظاهر ٿيڻ سان تحقيق جي دنيا ۾ ڇرڪ هڪ اڻ تڻ پيدا ٿي وئي، ٻن ماڳن يعني هڙاپا (ساهيوال) ۽ موهن جو دڙو (لاڙڪاڻو) ۾ ڪجھ اهڙن دڙن کي کوٽيو ويو، جن ڏاهن قديم آثارن جي ماهرن جو ڳچ عرصي کان ڌيان ڇڪيل هو. کوٽائي ڪانپوءِ هڪ اهڙي آڳاٽي سڀيتا جا آثار ظاهر ٿيا ۽ اها ڄاڻ ملي، جنهن کي قديم آثارن جي علم جي تحقيق جي ميدان ۾ تاريخ جي شروعات سمجهيو ويو ۽ ان دنيا کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. هيل تائين يورپ ۽ آمريڪا جي عالمن، دجلہ ۽ فرات ۽ نيل درياھ جي ماترين جي علائقي يعني شام، عراق، عرب ۽ مصر وغيره کي آڳاٽي هجڻ جي عزت سان نوازيو هو ۽ اهو سمجهيو ويندو هو تہ اهي علائقا دنيا جي سڀ کان آڳاٽي سڀيتا جا مالڪ هئا، پر نئين ڄاڻ سنڌ ۽ پنجاب کي آڳاٽي تهذيب جي ميدان ۾ مٿي ڄاڻايل ملڪن سان برابري ۾ اچي بيهاريو آهي، هن وقت تائين اسان جي تهذيب کي انهن ملڪن جي تهذيب کان گهٽ آڳاٽو سمجهيو پئي ويو، ان جو ڪارڻ اهو هو تہ سواءِ سڪٽن قصن ڪهاڻين جي جن جي ڪا خاص اهميت ناهي، ڪا اعتبار جوڳي معلومات هٿ ڪونہ لڳي هئي، جنهن کي اسان پنهنجي دعويٰ کي ثابت ڪرڻ لاءِ دليل طور پيش ڪريون ها، ثبوت نہ هجڻ سبب اسان پنهنجي تهذيب کي 400 سال قبل مسيح تائين آڳاٽو سمجهندا هئاسين پر ان وقت يونان پنهنجي مشهوري ۽ شان ۽ شوڪت جي اوچاين واري وقت کان گذري چڪو هو ۽ عراق ۽ عرب جون زبردست سلطنتون عروج ونئي نيست نابود ٿي چڪيون هيون، انهي حالت ۾ اسان دنيا جي قديم رهواسين ۾ سڀ کان پوئين قطار ۾ ڳڻيا پئي وياسين.

بهرحال هاڻوڪي مليل ڄاڻ هڪ اهم تبديلي آڻي ڇڏي آهي ۽ اسان هندستان جي قديم آثارن جي کاتي جي ڪوشش تي سنڌن

ٿورا ائتا آهيون، جنهن جي ڪري اسان جي هندستان جي تهذيب وارو علم هڪ ئي ڌڪ ۾ ٽن هزار سالن کان بہ وڌيڪ آڳاٽو ثابت ٿي رهيو آهي، سهڻي نموني تيار ٿيل جاين جا نقشا مورين ۽ نالين جا مڪمل سلسلا وغيره ۽ مختلف قسم جون معلوماتون جيڪي ٽن هزار سالن کان بہ وڌيڪ عرصي تائين ڌرتي جي سيني ۾ دفن رهيون ۽ جن کي هاڻي قديم آثارن جي عالمن پڌرو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان ڳالهہ جو ثبوت پڻ ڳولي لڌو آهي تہ حضرت عيسيٰ ع کان لڳ ڀڳ چار هزار سال اڳ سنڌ ۽ پنجاب جا رهواسي سهڻن جوڙايل ڳوٺن ۾ رهندا هئا ۽ انهن وٽ تصويرن واري لپي جو ترقي يافتہ سلسلو رائج هو، هن ننڍڙي ڪتابڙي ۾ آئون دنيا جي نهايت پراڻين سڀيتائن مان هندستان جي آڳاٽي سڀيتا جو مختصر احوال بيان ڪندس، جهڙي طرح آئون ڪجهہ سال اڳ پنجاب يونيورسٽي ۾ پنهنجن ٽن ليڪچرن ۾ انهي تهذيب بابت پنهنجن خيالن جو اظهار ڪري چڪو آهيان، اميد تہ محقق هن ڪوشش کي قدر جي نگاهہ سان ڏسندا.

سيتارام ڪوهلي

## تعارف

# سنڌو تهذيب جي پڌرائي ڪندڙ ـ سر جان مارشل

منصور قادر جوڻيجو

ورهاڱي کان اڳ، سر جان مارشل گڏيل هندوستان جي آثار قديمه جي کوٽائي واري کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل هو، ان دوران ئي يعني 1922ع کان 1927ع تائين هن صاحب نہ صرف سنڌو تهذيب جي اهم قتل شهر "موهن جو دڙو" جي کوٽائي ڪئي پر ان جو سڄو سارو احوال پڻ قلمبند ڪيو، جيڪو ٽن حصن (واليومن) ۾ پهريون هندوستان ۾ ڇپيو ۽ ان کان پوءِ 4-سال اڳ سنڌ جي ڪلچر ڊپارٽمينٽ وارن ڇپايو، جنهن جي اصل ۽ صاف سٿري ڪاپي مون محترم ڊاڪٽر حميده کهڙو جي ذاتي لائبريري مان ڪڍي محترم آفتاب ابڙو جي اداري "پيڪاڪ" وارن کي ڏنو، جيڪو هنن ڇپائي پڌرو ڪيو، سرجان مارشل 1928ع ۾ رٽائرڊ ٿيو، جنهن کانپوءِ سندس جاءِ تي مسٽر هرگيوز ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيو، دنيا اندر قتل شهرن کي کنڊرات يا آثار قديمہ چيو ويندو آهي.

سنڌو تهذيب جي پڌرائي موهن جو دڙو جي کوٽائي سان ٿي، سنڌ اندر موهن جو دڙو کانسواءِ بہ ڪيترائي تاريخ، تمدن، تهذيب ۽ ثقافت جا يادگار موجود آهن، جن تي ڪو بہ وڏو ڪم نہ ٿيو آهي، ڪاهوءَ جو دڙو، ڪوٽڏيجيءَ جي تهذيب، الور-اروڙ، چانهونءَ جو دڙو، موهن جو دڙو (جيڪو هن وقت تائين 20٪ مس اوپن ڪيو ويو آهي)، رني ڪوٽ، آمريءَ جي تهذيب، دلور جو پڙو، سيوهڻ جو قلعو (ڪافر ڪوٽ)، پنيور، سنڌڙي، نلهہ رڪڻ، نلهہ ڏيپر گهانگهر، لاهري بندر، شاهہ بندر، ڏونرا هنگورا ۽ ٻيا بہ ڪيترا ئي تهذيبي مقام سنڌ جي سيني تي وکريل آهن، جنهن جي سيني ۾ وڏا راز دفن آهن. انهن مان ڪيترا ئي دڙا کوٽائي پڌرا ڪيا ويا آهن ۽ سوين اهڙا آهن، جيڪي اجان سنڌ جي سيني تي وڏا راز دفن ڪيون ويٺا آهن،

انهن جي کوٽائي لاءِ موجوده دؤر ۾ بہ ڪنهن سر جان مارشل جي ضرورت آهي، جيتوڻيڪ ان ڪانسواءِ هتي سر مارٽيمر ويلر، اسٽوئرٽ پگٽ، ايس لئنگڊن ۽ ارنيسٽ مئڪي جهڙن ماهرن بہ سنڌو تهذيب تي وڏو ڪمال جو ڪم ڪيو آهي پر سرجان مارشل پنهنجي عملي ڪم ۽ ڪتاب لکي وڏو انقلاب برپا ڪيو.

سر جان مارشل، موهن جو دڙو جي کوٽائي ڪانپوءِ هن وڏو تحقيقي ڪم ڪيو، جنهن جو ذڪر مان اڳ بہ ڪري چڪو آهيان، موهن جو دڙو تي اهو ڪتاب ٽن جلدن ۾ هندوستان ۾ ڇپيو، جنهن آثار قديمہ جي دنيا ۾ نہ رڳو هلچل پر هڪ وڏو طوفان برپا ڪري ڇڏيو، ان ڪتاب جو پهريون ۽ ٻيون جلد 716 صفحن تي مشتمل هو، جنهن ۾ موهن جو دڙو تي وڏي تحقيق ٿيل آهي ۽ ان سا گڏوگڏ لڌل شين جو تاريخي تجزيو ڪيل آهي ۽ ان جي ٽئين جلد ۾ 164 صفحا آهن، جن ۾ موهن جو دڙو مان لڌل سامان ۽ شين جا فوٽو گراف ۽ نقشا ڏنا ويا آهن، اُهو ڪتاب پهريون ڀيرو، آرٿر پرايٿيهن 41 گريٽ ريسل اسٽريٽ لنڊن مان ڇپائي 1931ع ۾ پڌرو ڪيو.

ان کان علاوه سرجان مارشل جو ٻيو اهم ڪتاب ٽيڪسيلا ڇپجي پڌرو ٿيو، جيڪو پڻ ٽن جلدن ۾ هو، جنهن جي پهرئين ٻن جلدن ۾ 1913ع کان 1934ع تائين ٽيڪسيلا ۾ ٿيل کوٽائي جو ذڪر ڏنل آهي ۽ ٽئين جلد ۾ 246 پليٽون ڏنل آهن، جن ۾ ٽيڪسيلا مان لڌل نادر شين جا فوٽو ڏنل آهن، اُهو ڪتاب ڪيمبرج يونيورسٽي پريس مان 1951ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

سرجان مارشل جو ٽيون ڪتاب ”گائيڊ ٽو ٽيڪسيلا“ هو جيڪو 1960ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس مان ڇپجي پڌرو ٿيو، پر انهن ڪتابن جي ساک پنهنجي جاءِ تي، انهن ڪتابن ۾ بہ وڏو تاريخي ۽ تحقيقي ڪم ٿيل آهي، جن جي هڪ پنهنجي حيثيت ۽ اهميت آهي.

پر سرجان مارشل جيڪو تاريخي ۽ تحقيقي ڪم سنڌو تهذيب خاص طور موهن جو دڙو جي حوالي سان ڪيو آهي، ان جو

مثال آثار قديمہ جي تحقيقي تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي، ان ڪتاب ۾ موهن جو دڙو جي حوالي سان سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن تي جنهن سهڻي نموني سان تاريخي ۽ تحقيقي ڪم ڪيو آهي، جڙڻ تہ صدين کان وچايل سنڌ کي وري ڳولي لڌو ويو هجي.

سرجان مارشل، 20 سيپٽمبر 1924ع ۾ لنڊن جي مشهور اخبار "السٽريٽيڊ لنڊن نيوز" ۾ دنيا جي تاريخ سان "موهن جو دڙو" جي سڃاڻپ ۽ واقفيت ڪرائيندي، وڏي فخر سان اعلان ڪيو ۽ هڪ وڏي دعويٰ ڪئي تہ "اڄ کان پنج هزار سال اڳ سنڌ ڌرتيءَ جا ماڻهو تمام سٺن نهيل شهرن ۾ رهندا هئا. سنڌ تهذيب مڪمل، پختي ۽ جامع هئي، وٽن هنر ۽ ڪاريگري چوٽ چڙهيل هئي، سنڌن لکڻ جو طريقو بہ نهايت ترقي يافتہ هو." سرجان مارشل جو اهو رايو سنڌو تهذيب جي عظيم ۽ قديم هئڻ جو وڏو اهم ۽ تاريخي ثبوت آهي، جيڪو اسان سنڌي ماڻهن لاءِ وڏي فخر ۽ اعزاز جي ڳالهہ آهي.

## بابت پهريون

# ماڳ ۽ انهن جي بيهڪ

پهرين اسان انهن ٻنهي ماڳن جو ذڪر ڪنداسين، جتي اهي توجهه جوڳا انڪشاف سامهون آيا آهن، "هڙاپا" راوي ندي جي پراڻي گذر گاهه جي ويجهو آهي ۽ لڳي ٿو تہ آڳاٽي زماني ۾ هڪ رونق وارو شهر هو، رگ ويد جي سيني کان پراڻن منترن ۾ هن علائقي جو ذڪر اچي ٿو.

خاص طور تي هڪ منتر "هري روپہ" جي هنڌ وٽ هڪ جنگ جو احوال ٻڌائي ٿو ۽ اهو نالو "هڙاپا" سان ملندڙ جلندڙ آهي، راوي جي هن علائقي جي خوشحالي جو ثبوت چار صديون قبل مسيح ۾ ملي ٿو، يوناني تاريخدان لکن ٿا تہ جڏهن سڪندر هن علائقي مان گذريو تہ درياهن جي ڪنڌي تي رهندڙ ماڻهن هن جو سخت مقابلو ڪيو، ان ڪانسواءِ اهي سوڪڙيون جيڪي سڪندر کي امن امان قائم ٿيڻ ڪانپوءِ مليون هيون، انهن مان پڻ هتي جي رهواسين جي دولتمند ۽ تهذيب يافتہ هجڻ جو ثبوت ملي ٿو، هڪ هزار ڪان مٿي چٽن گهوڙن واريون رٿون، هڪ هزار ڍالون، ڪمهين جي ڪوپڙين جو وڏو انگ، ان ڪانسواءِ ڪجهہ پاليل شينهن ۽ ٿلها متارا ببر شينهن بہ سوکڙين ۾ شامل هئا.

ٻيو ماڳ "موهن جو دڙو" سنڌو درياهہ ۽ جابلو علائقي جي وچ ۾ لاڙڪاڻي جي ميدانن ۾ واقع آهي، اهو خطو سدائين غير معمولي طور تي زرخيز رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن کي سنڌو درياهہ کان علاوه هڪ ٻئي ۽ ورن وڪڙن واري ندي جيڪا هاڻي "نارا واهہ" جي نالي سڃجي ٿي، آباد ڪندي هئي، ڪيتريون ئي ٻيون جابلو ۽ قدرتي نديون جيڪي اولهندي وارن جبلن مان پاڻي ڪٺي ايندڀون آهن، لاڙڪاڻي جي ڌرتي جي زرخيزي کي اجا وڌايو ڇڏين ٿيون، ايتري تائين جو اڄ بہ هي ضلعو نخلستان يا سنڌ جو باغ سڏيو وڃي ٿو. موهن جو دڙو انهي جاءِ تي آهي، جنهن کي اتان جا ماڻهو درياهہ جي گذر گاهہ ۽ اولهندي تاراندي جو ٻيٽ چون ٿا، ڀرپاسي جو علائقو ميداني ۽ سنئون سڌو آهي، دڙا پري

ڪان ئي پڌرا نظر اچن ٿا، هنن مان هڪ دڙي جي اوچائي پرپاسي جي زمين کان 72 فوٽ مٿانهين آهي، پر ٻين دڙن جي اوچائي 20 کان 30 فوٽ آهي، اصل زمين جيڪا دڙن واري آهي، اها 240 ايڪڙ آهي، پر ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ ڪنهن دؤر ۾ اهي دڙا هاٽوڪي ايراضي کان گهٽي وڏيڪ ايراضي واريو بيٺا هئا.

## معلومات جي کاڻي:

گهٽي عرصي کان قديم آثارن جا ماهر "هڙاپا" جي ماڳ وٽان ڪجھ خاص قسمن جون مهرون حاصل ڪندا رهيا آهن، جن تي ڏڳي جي شڪل اڪريل هوندي هئي، هندستان جي قديم آثارن جي کاتي جي باني سر اليڪزنڊر ڪننگھم اهڙيون ڪجھ مهرون اڄ کان 60 سال پهرين هٿ ڪيون هيون ۽ 1875ع ۾ پنهنجي رپورٽ ۾ انهن جو بيان ڪيو، ان کانسواءِ رائل ايشيا ٽڪ سوسائٽي جي 1916ع جي رسالي ۾ ڊاڪٽر فليٽ "هڙاپا" جي ڪجھ ٻين مهرن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي برٽش ميوزيم حاصل ڪيون آهن پر انهن مهرن جو زمانو ۽ حقيقت جو ڳجھ حل ڪرڻ ۾ سمورن محققن جون ڪوششون 1921ع تائين ناڪام رهيون آهن پر هن وقت "هڙاپا" ۽ موهن جو دڙو جي باقاعدي کوٽائي مان انهن کي ڪافي مواد هٿ اچي ويو آهي ۽ ان جي لائق تي ويا آهن تہ انهي ڳجهارت کي گهٽي حد تائين حل ڪري سگهن. "هڙاپا" جي کوٽائي جو ڪم پهريون ڀيرو 21-1920ع ۾ آنجهاني راءِ بهادر لالہ ديا رام ساهني شروع ڪيو هو، اهو ڪم ڪجھ سالن تائين هن کاتي جي ٻين آفيسرن جي نگراني ۾ کاتي جي مالي حالت سارو وٽي وٽي سان جاري رهيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ تاريخي لحاظ کان هڪ وڏي خزاني جي جڳ کي خبر پئجي وئي ۽ ماهرن جي جماعت کي وڏي ڏيان سان مطالعي جو موقعو ملي ويو.

"هڙاپا" وانگر "موهن جو دڙو" تي بہ گذريل ڪيترن ئي سالن کان قديم آثارن جي کاتي جون نظرون ڪتل هيون، سڪن جو وڏو انگ جيڪو انهن دڙن جي مٿاڇري يا انهن جي پرپاسي مان مليو هو، اهي ٻي

صدي عيسوي جي ڪُشن راجائن جي دؤر جا سڪا هئا پر ڪنهن کي اهو شڪ گمان بہ ڪونہ هو تہ جيڪو ڪجهہ انهن دڙن اندر پوريل آهي، حضرت عيسيٰ کان ٽي هزار سال اڳ جو هوندو، هن ماڳ جي کوٽائي آر ڊي بينرجي، هڙاپا جي کوٽائي کان هڪ سال پوءِ 22-1921ع ۾ شروع ڪئي هئي ۽ پوءِ جي معلومات جيڪا هتي ظاهر ٿي اها بہ سندن ڪوشش جو نتيجو هئي. "هڙاپا" وانگر "موهن جو دڙو" جي کوٽائي جو ڪم بہ لڳ ڀڳ پنجن سالن تائين جاري رهيو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ زمين مان مليل شين هندستان جي تهذيب جي پراڻي هجڻ بابت اسان جي خيالن ۾ هڪ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو ۽ اهڙي طرح اسان جي تهذيب جي قدامت ۽ شام ۽ مصر جي اڳاٽي تهذيب سان ان جي لاڳاپي کي بہ روشن ڪري ڇڏيو آهي.

"هڙاپا" ۽ "موهن جي دڙي" جي کوٽائي سان ڪيترائي تهہ طبقا ظاهر ٿيا آهن، جن تي هڪ کان پوءِ ٻيو شهر ٻڌجندو رهيو، ڀڄريون شهر ڦٽو تہ ان جي کنڊرن تي ٻيو شهر تعمير ٿيو.

"موهن جي دڙي" ۾ ڪن جڳهن تي ستن تهن/طبقن جي کوٽائي ٿي آهي ۽ ان کان هيٺ کوٽائي جو ڪم پاڻي جي سطح چڙهي اچڻ سبب ڪونہ ٿي سگهيو، انهن ستن طبقن مان آخري ٽي طبقا عمارتن جي بناوٽ ۽ ٻي معلومات جي ماهيت ۽ ڳڻن جي سببان مختلف نظر اچن ٿا، ٽئين ۽ چوٿين طبقي ۾ سلسلو ڪجهہ ٽٽل لڳي ٿو ۽ اها ڳالهہ اهو ثابت ڪري ٿي تہ چوٿين طبقي ۾ شهر تباهہ ٿيڻ کانپوءِ کنڊر دير تائين پيا رهيا ۽ ڪافي عرصو گذرڻ کانپوءِ ٽيون شهر آباد ٿيو. اهڙي طرح چوٿون، پنجون ۽ ڇهون شهر سڀ کان آخري يعني ستين شهر کان ڪجهہ خاصيتن سبب مختلف لڳن ٿا، ان مان اها ڳالهہ ظاهر ٿئي ٿي تہ ستون شهر هڪ مختلف تاريخي زماني جو آهي ۽ ان جي ترقي ۽ تهذيب بي مثال هوندي.

**هٿ آيل ۽ لڌل شين جي ماهيت/حقيقت:**

اهي شيون جيڪي ٻنهي هنڌن تان مليون آهن، حقيقت ۾ ڳڻن ۽ مقدار ۾ مختلف هجڻ ڪري خاص اهميت رکن ٿيون، انهن هٿ آيل/

لڏل شين ۾ هن قسم جون شيون شامل آهن. وڏيون عمارتون ۽ رهائشي گهرن جا کنڊر جنگي سازو سامان، گهرو استعمال جا اوزار ڪاٺي پيتي جو سامان، سوٽي جي ڪپڙن جا نشان، ڳهه ڳٺا، ست ڪتڻ ۽ ڪپڙن اڻڻ جا اوزار، مختلف قسم جي ٺڪر جا ٿانو، گهرن ۾ ڪم ايندڙ/استعمال ٿيندڙ شيون مثال طور، رانديڪا، معدنيات، ٽامو، سون، چاندي، قيمتي پٿر، پالتو ۽ جهنگلي جانورن جا هڏا وان پچرا ۽ هٿي جا نمونا، ٽامي، ٺڪر ۽ پٿر جا بت، انهن سڀني شين مان توجہ جوڳيون شيون، مثال طور مهرون ۽ بيون ڪجهه اڪريل شيون ۽ تصويرن واري لپي جي صورتخطي، ان طرح جون شيون، جنهن گهڻي مقدار ۾ مليون آهن، اهي سنڌو ماٿري جي رهواسين جي تهذيبي معيار ۽ انهن جي روزاني زندگي جي تصوير پيش ڪن ٿيون.

ان کان اڳ جو مان هن سڀيتا جون اهي نمايان خاصيتون بيان ڪريان جيڪي انهي کوٽائي سان ظاهر ٿيون آهن، آئون اهو ٻڌائڻ ضروري سمجهان ٿو، گهڻيون يادگار ۽ پراڻيون شيون ٻه ڪي انهن ٻنهي ماڳن مان مليون آهن. (جن جي وچ ۾ 400 ميلن جو فاصلو آهي)، شڪل صورت ۽ بناوت ۾ هڪ ٻئي سان اهڙيون تہ ملندڙ جلندڙ آهن تہ جو اهي هڪ ئي تهذيب ۽ تمدن جو ڏس ڏين ٿيون، گهر، ناليون، سرون، ٺڪر جا ٿانو، اوزار، گهرن ۾ استعمال ٿيندڙ ٿانو، ڳهه ۽ مهرون، اهي سموريون شيون هڪ ئي نموني جون نهيل آهن ۽ ڪي هڪ ئي سانچي/ ڪارب مان نڪتل پائنجن ٿيون.

ڪي شيون جيڪي انهن ٻنهي هنڌن تان مليون آهن، پاڻ ۾ اهڙي هڪجهڙائي رکن ٿيون تہ انهن ۾ فرق ڪرڻ ڏکيو آهي، جيڪڏهن انهن مان ڪي شيون هڪٻئي سان ملائي ڇڏجن تہ اسان کو اهڙو دليل پيش ڪري ڪونہ سگهندا سين، جنهن سان چئي سگهجي هي شئي "موهن جي دڙي" جي آهي يا "هڙاپا" جي.

## باب ٻيون

# عمارتون

انهن عام بيانن کانپوءِ ٻي ڪجھ اهم معلومات جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ويندو، ٻهرين اسان عمارتن کان شروع ڪريون ٿا ۽ انهن جي مسالي، نقشن ۽ بناوتن ڪي ڏسنداسين، اهي عمارتون جيڪي اڄ تائين ”موهن جي دڙي“ مان کوٽي ڪڍيون ويون آهن، تن وڏن حصن ۾ تقسيم ڪري سگھجن ٿيون، ٻهريون رهائشي عمارتون، ٻيون تمام وڏيون عمارتون جن جو استعمال يا مقصد اڄ تائين معلوم ناهي ٿي سگھيو، ٿيون پبلڪ وهجڻ جو جايون يا پبلڪ حمام جيڪي مذهبي يا غير مذهبي حيثيت رکندا هوندا.

اوپر وارن دڙن جي کوٽائي مان ننڍا ۽ وڏا گھر مليا آهن، پر انهن سان گڏوگڏ ڪتي ڪجھ ٻئي درجي جون عمارتون بہ ملن ٿيون، پبلڪ سنان گھر، استوپا جي دڙن تي آهن، جن جي سپ کان مٿاهين جاءِ جيئن ٻهرين ئي بيان ڪئي وئي آهي پر پاسي جي ميدان کان 72 فوٽ مٿاهين آهي، رهائشي گھر ايراضي ۾ گھڻا مختلف آهن، سپ کان ننڍين گھرن ۾ گھڻا ڪمرا ڪونہ آهن پر سپ کان وڏا گھر اهڙي پيماني تي نهيل آهن جو انهن کي محل تصور ڪري سگھجي ٿو.

هڪ گھر جي ڊيگھہ 85 فوٽ ۽ ويڪر 27 فوٽ، ٻاهرين ڀتين جي ٿولهہ 4 کان 5 فوٽ آهي، سراسري طور گھر ڪافي ويڪرا آهن، انهن ۾ فرش، سنان گھر (وهنجڻ جي جاءِ) ۽ ناليون موجود آهن ۽ انهن گھرن کي عام سطح تي آرام ده ۽ معيار مطابق قرار ڏيئي سگھجي ٿو.

### سرن جي بناوت، ٿولهہ، ڊيگھہ ۽ صورت:

سرن جي ٿولهہ ڊيگھہ مختلف آهي، سپ کان ننڍي 19.5 انچ آهي ۽ سپ کان وڏي 20.25 انچ آهي، سرن جي ڊيگھہ ويڪر ۽ ٿولهہ جي سراسري نسبت 4 : 2 : 1 آهي، سرن جي صورت عام طور تي سواءِ انهن سرن جي جيڪي خاص ڪمن لاءِ ٺاهيون ويون آهن مستطيل آهي،

ڪوهن ڪي ٺاهڻ لاءِ سدائين لڳ ڀڳ خاني جهڙيون سرون استعمال ڪيون ويون آهن، انهن جو خاص ڳڻ اهو آهي، اهي پچڻ پُرن ٺهيون، سرون چڱي نموني پچايل ۽ اوچي درجي جون آهن ۽ وري وري استعمال ڪري سگهجن ٿيون، شرط اهو آهي تہ انهن ڪي پراڻن ڪوهن مان احتياط سان اکيڙيو وڃي، ڪچيون ۽ اُس ۾ سُڪايل سرون بنيادن ڪي پرڻ ۽ پٽين جي انهن حصن ۾ استعمال ڪيون وڃن ٿيون جيڪي ڏسڻ ۾ نٿا اچن، پٽيون چڱيون ٿلهيون آهن، ننڍين عمارتن ۾ ٻاهرين پٽين جي سطح عام طور تي سڌي آهي پر وڏين عمارتن جون پٽيون سلامي دار آهن، سلامي دار پٽيون مصر جي سلامي دار پٽين سان هڪ جهڙائي رکن ٿيون، پٽين تي اندرئين پاسي ڪن حالتن ۾ ڪچي مٽي جو راڳو ڏنل آهي پر اندرين پاسي انهن ڪي رڱڙي لسايو ويو آهي، جيئن وچئين دؤر ۽ آخري دؤر ۾ هندستان ۾ ڪيو ويندو هو، ڪن جاين تي گاري جي ليپي مٿان اڇي رنگ جا نشان بہ مليا آهن.

## ڪمرن جي ترتيب، روشني ۽ هوا جو انتظام:

گهرن جا فرش سرن جا نهيل هئا، جيڪي پاسيريون يا اڀيون لڳايون ويندڙيون هيون ۽ اڀين سرن لڳائڻ وارو طريقو سنان گهرن ۽ اهڙين جاين ۾ استعمال ڪيو ويندو هو، جتي فرش جي گهڻي استعمال سبب ان جي خراب ٿيڻ جو انديشو هوندو هو. گهرن ۾ تہ خانا نهيل هوندا هئا، جتي گرمي جي موسم ۾ آرام ڪري سگهبو هو. اهي عراق ۽ عرب جي تہ خانن سان ملندڙ جلندڙ هئا ۽ انهن ۾ هوا ۽ روشني ننڍڙن سوراخن ذريعي داخل ڪئي ويندي هئي، انهن ڪي دروازا ڪون هوندا هئا ۽ انهن ۾ ڪاٺ جي ڏاڪڻ ذريعي اچ وڃ ٿيندي هئي، گهرن جي ٻاهرين پٽين ۾ دريون تمام گهٽ هونديون هيون، ڪن وقتن تي رڳو سوراخ درين جو ڪم ڏيندا هئا. اهو ممڪن آهي، وڏا وڏا روشن دان مٿي نہ هيا ويندا هجن، اها ڳالهہ ڏني وئي آهي تہ هوا ۽ روشني جي لاءِ هوا جون ناليون گهرن ۾ مهيا ڪيون ويندڙيون هيون ۽ ڪمرن جي اندر پٽين ۽ طاقن ۾ ننڍين ننڍين سوراخن سان گڏ لڳايون ويندڙيون هيون.

## دروازن ۽ درين جي محرابن جي بناوٽ:

درين ۽ درن جو مٿيون حصو (ڇت) ڪاٺ جي تختي جي نهيل هوندي هئي، جڏهن ته پٿرن مان ٺڪيل محراب به ان ڪم لاءِ ڪتب آندا ويندا هئا پر اها مڃيل ڳالهه آهي ته ان زماني ۾ سنڌو ماٿري ۾ "حقيقي محراب" جي ڄاڻ ڪانه هئي. اسان کي چڱي ريت خبر آهي ته ان زماني ۾ بابل ۽ مصر ۾ حقيقي محراب جو استعمال هلندڙ هو ۽ جڏهن اسان انهي نظرئي کي قبول ڪريون ٿا ته انهن علائقن ۽ هندستان جي وچ ۾ گهرو ڳانڍاپو هو ته "موهن جي دڙي" ۾ ان جو نه هجڻ حيرت جهڙي ڳالهه آهي، جڏهن اسان ڏسون ٿا ته "موهن جي دڙي" جا رهواسي خاني جهڙيون سرون ناهڻ ڄاڻندا هئا ته جن کي هو حقيقي محراب ناهڻ ۾ به ڪم آڻي پئي سگهيا ته اسان جي حيرت ان معاملي ۾ اڃا به وڌي وڃي ٿي ۽ جيڪڏهن انهن کي خبر هجي ها ته عراق، عرب ۾ حقيقي محراب ۽ پٿرن مان ٺڪي ناهيل محرابون هر هنڌ استعمال ڪيون پئي ويون ته اهو ضروري هو ته هو حقيقي محراب جي اصول کي فورن مڃي وٺن ها.

## ڏاڪڻون:

اها ڳالهه سوچڻ جوڳي آهي ته آڳاٽي "موهن جي دڙي" ۾ هر گهر ۾ هڪ ڏاڪڻ هوندي هئي، جيڪا سڌي ۽ عمدي نهيل هوندي هئي ۽ ڪنهن به ڏاڪڻ/چاڙهي جي هيٺان محراب ڪونه هوندو هو، شايد هتي جا رهواسي چاڙهي جي هيٺان واري جاءِ جي اهميت ڪونه ڄاڻندا هئا. چاڙهي پٽ سان گڏ نهيل هوندي هئي يا اهڙين ٻن پٽين جي وچ ۾ جن ۾ پنجن فٽن کان وڌيڪ جو فاصلو نه هوندو هو، هاڻوڪن هندستاني گهرن وانگر چاڙهين جا ڏاڪا نهايت سوڙها هوندا هئا. انهن جي اوچائي لڳ ڀڳ يارنهن انچ ۽ ڇهه کان اٺ انچ ڊيگهه هوندي هئي ۽ چاڙهين جا ڏاڪا جاءِ بچائڻ لاءِ سوڙها ۽ اڀا ناها ويندا هئا ۽ ان جو خاص ڪارڻ اهو هو ته گهٽيون چاڙهيون گهرن جي اندر ئي ناهيون وينديون هيون.

## هڪ ماڙ کان وڌيڪ وارا گهر:

هاٽوڪن ڪنڊرن مان رڳو پهرين منزل وارا ڪنڊر ئي مليا آهن ۽ جيڪڏهن مٿيون ماڙيون شروع ۾ موجود هيون ته اهي تباهه ٿي چڪيون آهن، اهو پڪ سان نٿو چئي سگهجي ته چاڙهيون پهرين ماڙ کان مٿي وينديون هيون يا نه؟ جڏهن ته گهٽن گهرن جي پيتين جي ٿولهه ڏسي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهي انهي مقصد لاءِ ناهيون ويون هونديون ته انهن مٿان هڪ کان وڌيڪ ماڙيون نهي سگهن. ٻه پيون ڳالهيون ٻه انهي ڳالهه تي روشني وجهن ٿيون، ڪجهه اهڙا گهر جن جي حالت اڃا ڪجهه چڱي آهي، ڇتن مٿان ورانڊن جا نشان موجود آهن، ٻي ڳالهه ته انهن چاڙهين جا ڪنڊر به ملن ٿا، جيڪي پبلڪ بازارن کان گهرن ڏانهن وينديون هيون.

ڇتن جي بابت رڳو ايترو ئي چوڻ ڪافي آهي ته اهي تمام ٿلهيون هيون ۽ سگهارين پٽين ۽ داسن جون نهيل هيون، راءِ بهادر ديارام ساهني لکن ٿا ته ڪي اهڙيون پٽيون به آهن جيڪي اڃا تائين چڱي حالت ۾ آهن، انهن ۾ ڪامن جي جاءِ واريون وٿيون/سوراخ مليا آهن، جيڪي ٻارهن انچ ويڪرا ۽ ويهه انچ مٿاهان ۽ ٻارهن انچ گهرا آهن، انهن ڪاٺ جي ڪامن مٿان پٽيون رکي پڪا رکي ڍڪيو ويندو هو ۽ سرن جو ته ڏئي گاري سان پلستر ڪيو ويندو هو.

## رهائشي گهرن جو خاڪو:

عام طور تي رهائشي گهرن جو خاڪو هڪ: جهڙو لڳي ٿو رڳو هڪ دروازو گهٽي يا بازار ۾ هوندو هو پر ڪجهه اهڙا به گهر آهن، جن ۾ داخل ٿيڻ جا رستا گهٽي مان هڪ کان وڌيڪ به هئا، دروازا مختلف ماپ وارن ٿلهن ۾ پوندا هئا ۽ ٿلهن جي ويجهو ڪمرا هوندا هئا، سمورن ڪمرن ۾ اهڙين درين مان روشني پهچندي هئي، جيڪي ٿلهي ۾ ڪلنديون هيون، ٿلهن جو فرش عام طور تي سرن جو آهي.

## باب ٽيون

# نالين ۽ صحت جي حفاظت

گهرن جون ٻہ ڳالهيون ڌيان ڏيڻ جوڳيون آهن، پهرين تہ هر گهر ۾ ناليون موجود آهن، ٻي ڳالهہ تہ هر گهر ۾ وهنجڻ جي جاءِ جو بندوبست آهي، وهنجڻ جي جاءِ ڪافي ويڪري هوندي هئي ۽ گهٽي جي مورين ذريعي نالين سان مليل هوندي هئي، وهنجڻ واي جاءِ جي فرش تي خاص ڌيان ڏنو ويندو هو ڪن جاين تي فرش اڃا تائين چڱي حالت ۾ موجود آهي ۽ سرن کي گهڙي استعمال ڪيل ٿو ڏسجي، اهڙي طرح سرون هڪٻئي سان چڱي نموني چنبڙي ويندڙيون آهن ۽ ڪنڊن ۽ چئوطرف جي پٽين ۾ درزون نٿيون رهن، ڪن هنڌن تي وهجڻ واري جاءِ جو فرش هڪ صاف ۽ نهايت ڳاڙهي مسالي سان لِتل ٿو ڏسجي، جيڪو مسالو چن ۽ سرن جي چوري مان نهيل ٿو لڳي.

"موهن جي دڙي" شهر جي هڪ خاصيت ان جي نالين مٿان مورين ۽ ڍڪ جو سرشتو آهي، جيڪي وڏي محنت سان جڙيل آهن ۽ شهر جا غريب علائقا بہ نظر انداز ناهن ڪيا ويا، هر هڪ بازار گهٽي يا گهر ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ ناليون موجود آهن، جيڪي سرن يا پٿرن جي اهڙي ڇت سان ڍڪيل آهن، جن کي نالين جي صفائي وقت مٿي کڻي سگهجي پيو.

پرائيوٽ گهرن اندر نالين جي ضرورت تمام گهٽ پوندي هئي، ڇاڪاڻ تہ رڌڻا ۽ وهنجڻ جي جاءِ گهٽي واري پٽ سان لڳو لڳ هوندي هئي ۽ اهي نالين سان سڌو سنئون مليل هئا. بحرحال جڏهن گهر اندر نالين جي ضرورت پوندي هئي تہ اهي فرش جي مٿان ۽ ڇت تي بہ جوڙيون ويندڙيون هيون.

## نالين جي بناوت ۽ خاصيت:

سموريون پور وچوتيون ناليون سرن مان ٺهيل آهن ۽ ان لائق آهن تہ ڪافي مقدار ۾ پاڻي ڪڍي سگهن، عمودي ناليون ٺڪر جي وڏن پائپن جون ٺهيل آهن، جن جا ڇيڙا نهايت ئي مضبوطي سان هڪٻئي جي اندر ملايا ويا آهن، پائپ يا تہ پٽ ۾ لڳايا ويا آهن يا وري سرن جي خاص ڍانچن سان محفوظ ڪيا ويندا هئا. پرائيويٽ گهرن جون ناليون ٻاهرين پٽ مان هڪ ٻہ سوراخ ڪري شهر جي نالين سان ملايون ويندڀون هيون، اهي سوراخ اهڙي اعليٰ نموني جا هئا جو اهي ديوار مان 30 يا 45 درجن جي وچ واري ڪنڊ ٺاهيندا هئا تہ جيئن پاڻي تيزي سان وهي وڃي.

## بازارن جي نالين جي هڪجهڙي بناوت:

بازارن جون ناليون هڪ ئي قسم جون آهن ۽ تمام گهڻي احتياط سان ٺاهيون ويون آهن، گهڻو ڪري معمولي سرون استعمال ڪيون ويون آهن ۽ گاري سان جوڙيون ويون آهن پر گهٽين جاين تي اعليٰ ڇتن گلن واريون سرون بہ بازارن جي نالين ۾ استعمال ٿيل نظر اچن ٿيون. نالين تي سرن يا پٿرن جا ڍڪڻ آهن، جيڪي سولائي سان کڻي سگهجن ٿا. جتي نالي ڪنهن ڪنڊ ڪان مڙي ٿي اتي موڙ درجي بہ درجي ٺهيل آهي تہ جيئن پاڻي بنا روڪ جي وهي وڃي، اهڙي ڪم لاءِ ڪن وقتن تي خاني جهڙيون سرون بہ استعمال ڪيون ويون هيون، ڪن جاين تي ناليون ايتريون تہ ويڪريون هيون جو انهن کي معمولي طريقن سان ڍڪڻ ناممڪن هو، انهي دؤر جي انجنيئرن انهن کي محرابي ڇتن سان ڍڪيو آهي.

**ڪڏون ۽ کوهہ:**

پاڻي جي نيڪال جي سرشتي جي سلسلي سان گڏوگڏ اسان زمين ۾ کوٽيل ڪڏن ۽ گند ڪچري وارن اونهي کوهن جو ذڪر ڪرڻ بہ ضروري سمجهون ٿا، ڇاڪاڻ تہ اهي "هڙاپا" ۽ "موهن جي دڙي" ٻنهي هنڌن تي نظر آيا آهن، زمين اندر کوٽيل ڪڏن کي سرن جو فرش ڪونهي، ان ڪري انهن مان پاڻي سمندو رهندو هو، اهي بازار ۾ پاڻي نيڪال جي سرشتي ۾ انهن هنڌن تي هوندا هئا، جتي ننديون ناليون ڪريون پئي، گهڻين عمارتن اندر پنهنجا کوهہ موجود آهن، جيڪي خاني جهڙين ڪچن سرن سان نهايت اعليٰ طريقي سان ٺهيل آهن، عام طور تي اهي شڪل ۾ گول آهن، پر ڪن جاين تي اهي بيضوي شڪل جا بہ آهن، پرائيويٽ گهر ڪن حالتن ۾ پبلڪ کي پنهنجا کوهہ استعمال ڪرڻ جي اجازت بہ ڏيندا هئا ۽ اڄ بہ اهو طريقو پنجاب ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، اهڙي صورت ۾ کوهہ هڪ الڳ ڪمري ۾ رستي جي ڪناري سان ٺهيل هوندو هو تہ جيئن ان مان گهر جا ماڻهو ۽ عام ماڻهو بہ پاڻي ڀري سگهن.

# باب چوٿون

## وڏيون عمارتون

”موهن جي دڙي“ ۾ گهڻن رهڻ وارن گهرن کانسواءِ ڪجهه تمام عاليشان عمارتون به کوٽائي ۾ مليون آهن، اهي نه رڳو ايراضي ۾ وڏيون آهن پر ڊزائن ۽ بناوت ۾ به وڻندڙ آهن، بدقسمتي سان صديون گذرڻ ۽ انهن جي تباهه هجڻ ڪري انهن جي حالت اهڙي ٿي وئي آهي جو اهو چوڻ ڏکيو آهي ته اهي ڪهڙي ڪم لاءِ ناهيون ويون هيون، انهن کنڊرن مان اهو ئي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته اهي يا ته محل هوندا يا عام پوڄا گهر ۽ مندر هوندا پر انهن ۾ نه ڪو بت ۽ نه ئي وري ڪنهن بت جو ٽڪرو/حصو مليو آهي.

### ٻڌمت جي اسيمبلي هالن سان تشبيهه:

انهن وسيع عمارتن منجهان ڪن نهايت سٿين عمارتن ۾ وڏن ٿنڀن وارا هال تمام دلچسپ آهن، ٿوري شاهدي ملي ٿي ته شروع ۾ انهن وڏن ڪمرن سان گڏ گيلريون ۽ ڇڄرا موجود هئا. ان کانسواءِ انهن کنڊرن جو عام نقشو اسان کي ٻڌائي ٿو ته اهي هال آخري زماني جي ٻڌمت جي مذهبي پيشوائن جي اسيمبلي هالن سان گهٽي مشابهت رکن ٿا، سڀ کان وڏو ٿنڀن وارو هال جيڪو اڄ تائين زمين مان مليو آهي، 80 فوٽ چورس کان گهٽ ڪونهي.

### استوپا:

”موهن جي دڙي“ جي عمارتي کنڊرن جو ذڪر ختم ڪرڻ کان اڳ آئون اهو ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته اسان کي پراڻي شان ۽ شوڪت جا ٻه ٻيا يادگار مليا آهن، جيڪي استوپا ۽ وڏي حمام جي نالن سان سڏيا وڃن ٿا، استوپا سڀ کان مٿاهين دڙي تي هڪ ٿلهي جي وچ ۾ بيٺل آهي، ٿلهي جي چئني پاسي ننڍن ننڍن ڪمرن يا تهه خانن جون قطارون ملن ٿيون، جتي ٻڌمت جا ڀڪشو رهندا هئا، بي شڪ ٻڌمت جا اهي يادگار پوءِ واري زماني سان تعلق رکن ٿا.

## وڏو حمام:

اج تائين جيترين عمارتون کوٽائي ۾ لڌيون آهن، انهن مان سڀ کان وڏي عمارت وڏي حمام جي آهي، سرجان مارشل جو چوڻ آهي تہ اهو علاج بالماءَ جي هڪ وڏي اسڪيم سان تعلق رکي ٿو، هن جو نقشو سادو آهي، مرڪز ۾ هڪ وڏو ٿلهو آهي، جنهن جي پرپاسي ورانڊا آهن، سواءِ ٿلهي جي ڏکڻ پاسي جتي ڊگهي گئلري آهي ۽ ان جي هر ڪنڊ تي هڪ ڪوٺي آهي، باقي سمورن ورانڊن جي سامهون گئلريون ۽ پوئين پاسي ڪمرا آهن، ڪليل ٿلهي جي وچ ۾ هڪ وڏو تلاءُ ترڻ لاءِ آهي، جيڪو لڳ ڀڳ 39 فوٽ ڊگهو ۽ 23 فوٽ ويڪرو ۽ لڳ ڀڳ 8 فوٽ اونهو آهي، ان جي هر ڇيڙهي تي چاڙهيون آهن، هڪ ڀر واري ڪمري ۾ کوهہ آهي، جنهن مان هن تلاءُ کي پاڻي ملي ٿو ۽ انهن تلاءُ کي هڪ ڊڪيل نالي جي ذريعي خالي ڪيو ويندو هو، جيڪا ڏکڻ اولهہ ڪنڊ ۾ ٺهيل هئي ۽ جيڪا ايتري وڏي هئي جو 4 فوٽ 4 انچ مٿاهين محرابدار ڇت کي سنڀالي سگهي پئي، هن خالي ڪنڌڙ نالي جي وڏي ويڪر اسان کي انهي وهم ۾ وجهي ٿي تہ شايد اها ڪنهن ٻئي ڪم ۾ بہ ايندي هئي ۽ اهو سمجهو ٿو وڃي تہ تلاءُ جي پاڻي کي ڪڍڻ ڪانسواءِ هن جاءِ جي عام نيڪال جو ڪم بہ انهي ڪان ورتو ويندو هو.

## سنڌو ماٿري جي رهواسين جي عمارت سازي جي فن ۾ مهارت:

وڏو حمام پنهنجي ڊيگهہ، ويڪر ۽ اونهائي جي لاءِ ايترو ئي شاندار ۽ مشهور آهي جيترو پنهنجي بناوٽ جي پختگي ۽ مضبوطي لاءِ اوڀر ڪان اولهہ 108 فوٽ ڊگهو آهي ۽ اتر ڪان اولهہ تائين هن جي ڊيگهہ 180 فوٽ آهي، ٻاهريون پٽيون 7 ڪان 8 فوٽ تائين ٿلهيون آهن ۽ نهايت سلامي دار آهن، اندريون پٽيون ان جي اڌ جيتريون ٿلهيون آهن، تلاءُ جي بناوٽ ۾ مڪمل احتياط کان ڪم ورتو ويو آهي، پٽيون اهڙيون مضبوط ٺاهيون ويون آهن جو انهن مان پاڻي نٽو سمي سگهي ۽ بنياد بہ هيٺ نٽا ويهن، زماني جي هٿ چراند جيڪا هن عمارت سان هزار سالن تائين جاري رهي، ان هوندي بہ ان جون ديوارون، بنياد ۽ ٻيا حصا اج

تائين نهايت چڱي حالت ۾ موجود آهن، هي عمارت "هڙاپا" ۽ "موهن جي دڙي" جي اڏيندڙن جي اعليٰ ڪاريگري ۽ عمارت سازي جي فن ۾ مهارت جو ثبوت ڏئي ٿي، انهن کنڊرن وارن گهرن جو غور سان مطالعو ڪرڻ سان خبر پوي ٿي ته پئي شهر ڏاڍا پُر رونق هوندا ۽ اتي جا رهواسي نه رڳو سٺي منظم شهري زندگي جي صحت جي حفاظت واري اصولن جو خيال رکندا هئا ۽ پين سهولتن مان فائدو وٺندا هئا پر انهن کي هڪ نهايت اعليٰ درجي جي تهذيب ۽ تمدن جون راحتون ۽ عيش عشرت حاصل هئا، رستن ۽ بازارن جي بناوٽ، حمامن ۽ وهنجڻ جي جاين جي موجودگي، نالين جو انتظام زير زمين کڏون، نيڪال سرشتو ان طرح جا انتظام هڪ اعليٰ ميونسپل اسڪيم جي دليل پيش ڪن ٿا ۽ گڏوگڏ اهو ظاهر ٿا ڪن ته ضرور هڪ سٺو شهري سرشتو موجود هوندو، جيڪو هن کي اعليٰ نموني ۽ قاعدن مطابق هلائيندو هوندو، سر جان مارشل جيڪو سنڌو ماتري جي تهذيب جي حالتن تي روشني وجهندڙن ۾ سڀ کان وڏي سنَدَ آهي، سمجهي ٿو ته پڪ سان وڏي طبقي جا شهري ماڻهو پاڻ لاءِ گرم هوا وارن حمامن جي عيش عشرت مهيا ڪرڻ تي قادر هئا، جڏهن ته اهڙو آرام عام ماڻهن لاءِ موجود نه هو.

## ميونسپل انتظام:

پهرين ئي ذڪر ٿي چڪو آهي ته "موهن جي دڙي" ۾ ڪجهه وڏا هال موجود هئا، ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ڪي هال ڪن گُڏن ڪري پڌمت جي هالن سان هڪجهڙائي رکندڙ آهن پر ان ڪانسواءِ ڪي اهڙا به آهن جن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهي هال مذهبي ڪمن ڪانسواءِ پبلڪ جلسن لاءِ به استعمال ٿيندا رهيا هوندا. انهن شهرن جي تسلي بخش مونسپل انتظامن جي حالت تي نظر وجهندي، اها اميد ڪرڻ نامناسب نه هوندي ته شايد ايندڙ زماني جي تحقيق اهو ثابت ڪري ڇڏي ته اهي ٿنڀن وارا هال اهڙن هالن جا کنڊر آهن، جن کي هاڻوڪي زماني ۾ ميونسپل هال يا ٽائون هال چوندا آهن، وقت اچڻ تي ئي خبر پوندي ته اهو خيال ڪيترو صحيح آهي يا غلط.

## باب پنجون

# سماجي ۽ اقتصادي زندگي

پوين بابن ۾ "موهن جي دڙي" جي ماڳ جي کوٽائي جيڪا گذريل ڪيترن سالن تائين جاري رهي ان جا نتيجا اوهان جي سامهون پيش ڪيا ويا آهن، اهڙي طرح اسان ڏسي چڪا آهيون تہ انهن پنهي ماڳن جي کوٽائي انهي ڳالهہ کي پورو واضح ڪري ڇڏيو آهي تہ سنڌو درياهہ جي ماٿري لڳ ڀڳ پنج هزار سال اڳ هڪ اعليٰ سڀيتا جو مرڪز هئي، اهي ٻئي ماڳ اعليٰ اخلاق ۽ ساز ۽ سامان وغيره جي ڪري هڪ اوچي سڌريل سماج جو مرڪز پڻ هئا.

هن باب ۾ منهنجو مقصد انهن ماڻهن جي سماجي زندگي جي ڪجهہ حصن تي روشني وجهڻ آهي ۽ مون کي ان ڳالهہ جي پوري پڪ آهي تہ اسان ايتري قديم دور جي ماڻهن جي روزاني زندگي جي حالتن کي ڄاڻڻ جو شوق رکون ٿا. خوشقسمتي سان اسان انهن شهرن جي کنڊرن مان انهن ماڻهن جي خوراڪ، ڪاڌو پچائڻ جي ٿانون، پائڻ جي ڪپڙن، زيور، لپي ۽ انهن جي مذهبي عقيدن جو هڪ چڱو خاڪو تيار ڪري سگهون ٿا.

### اناج ۽ ميوا:

اها ڳالهہ پڪي آهي تہ ايتري وڏي آبادي وارا شهر رڳو ملڪ جي انهي حصي تي ٽِڪي سگهن ٿا جتي جي زمين تمام گهڻي زرخيز هجي ۽ جتي هڪ وڏي درياءَ ۽ ان جي مددگار ندين جي موجودگي ملڪ جي اڇ وڇ، آبپاشي ۽ واپار کي سولو بنائي ٿي سگهي، جيتوڻيڪ اسان کي سنڌو درياهہ جي ڪناري آباد ماڻهن جي پوکي جا طريقا تمام گهٽ معلوم ٿي سگهيا آهن پر اڌ سڙيل ڪڻڪ ۽ جَوَ جا ذخيرا جيڪي "موهن جي دڙي" جي کنڊرن مان کوٽي ڪڍيا ويا آهن، ظاهر ڪن ٿا تہ اهي ٻئي اناج پوکيا ويندا هئا. جَون جي اها جنس هتان ملي آهي، جيڪا جَوَ جي ان قسم سان ملي ٿي جيڪا مصر جي قديم زماني جي قبرن مان ملي

آهي، ڪاڏي پيتي جي شين مان هڪ ٻئي شئي جيڪا هتان جي کنڊرن مان ملي آهي، ڪجي آهي، جنهن جي ڳڪڙي ”موهن جي دڙي“ ۽ ”هڙاپا“ مان ملي آهي.

## گوشت وغيره:

اها ڳالهہ پڪي آهي تہ اناج ڪانسواءِ خوراڪ ۾ گوشت ۽ مڇي ۽ بيدا بہ شامل هئا. ڪن جانورن جا هڏا ۽ ڪلون ماڻهن جي گهرن ۽ رڌڻن مان مليون آهن، ان ڪانسواءِ ڪير ۽ پاڄي بہ انهن جي ڪاڏي پيتي ۾ شامل هئي پر ان جي ڪا پڪي شاهدي ناهي ملي.

## زراعت ۽ ان پيهڻ جا اوزار:

انهن شين جو ملڻ ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ انهن جي پوکي ڪئي ويندي هئي پر اسان اهو ڪونہ ڄاڻي سگهيا آهيون تہ زمين کي کوٽڻ لاءِ ڪهڙا اوزار ڪم ايندا هئا ۽ اهو پڪ سان نٿا چئي سگهون تہ ڪو هَر استعمال ڪيو ويندو هو.
جيتوڻيڪ چقمق مان نهيل اوزارن ۾ ڪجهہ اهڙا بہ مليا آهن جيڪي هر جي جاءِ تي استعمال ڪري سگهبا هوندا.

## باب ڇهون

# پالتو جانور

پالتو جانور گهڻا رکيا ويندا هئا. هندستاني ڍڳن، مينهن، رڍن، هاٿين ۽ اٺن جا هڏا پراڻي دور جي انهن کنڊرن مان مليا آهن، ڪتن ۽ گهوڙن جا هڏا به هٿ آيا آهن پر اهي ويجهي زمين وٽان مليا آهن، اسان اها ڳالهه پڪ سان نٿا چئي سگهون ته اهي هڏا وان پڇرا آڳاٽي دور جا آهن يا پوءِ جا. اسان وٽ ان ڳالهه جي شاهدي به آهي ته ڪتو سنڌ جي ماڻهن جي پالتو جانورن ۾ ڳڻيو ويندو آهي، ٺڪر جا ڪتن جا بُت ٻارن جي رانديڪن جي شڪل ۾ کنڊرن مان مليا آهن، جيڪڏهن اسان انهن جو غور سان مطالعو ڪريون ته معلوم ٿيندو ته اهي ڪتا انهن ڪتن سان ملن جلن ٿا جيڪي سڪندر اعظم ٿي هزار سال اڳ پنجاب ۾ ڏٺا هئا. جڏهن سندس دل خوش ڪرڻ لاءِ هن کي شينهن جو شڪار ڏيکاريو ويو هو، هي اهڙي نسل جا ڪتا آهن، جن بابت هڪ يوناني تاريخدان لکي ٿو ته جيڪڏهن اهو ڪتو شينهن تي حملو ڪري ۽ ان کي جهلي وٺي ته پوءِ پلي ڪتي کي ڪيترو به ماريو ڪٽيو وڃي ايتري قدر جو ڪنهن وهندڙ اوزار سان سندس ٽنگ وڍي ڇڏجي ته به هو شينهن مان وات ڪونه ڪيندو پلي هن جو ساهه نڪري وڃي.

## گهوڙا:

ڪرنل سيئول پچرن جو اپياس ڪرڻ ڪانپوءِ چئي ٿو ته هتي جو گهوڙو انهي نسل جو هو، جهڙو هندستان جي اولهه ۾ ڳوٺن ۾ ملي ٿو، هن ۾ ڪو شڪ ناهي ته گهٽو هيٺ کوٽائي مان زمين هيٺان گهوڙي جو نشان به نٿو ملي نه ئي ان جو ڪو هڏو مليو آهي پر اهو ڪو ناڪاري دليل آهي ۽ گهٽي اهميت نٿو رکي، جيتوٽيڪ زمين جي سطح کان پندرنهن فوٽ هيٺ وجي اسان کي اٿ جا هڏا ملن ٿا پرو فيسر لينگٽن جو خيال آهي ته عراق، عرب ۾ 3500 سال ق.م ۾ گهوڙو موجود هو ته ڪو به سبب ڪونهي ته اتان کان اهو سنڌو ماٿري نه پهچي سگهيو هجي، "موهن جي دڙي" جي زمين جي هر طبق مان ٿوهي واري سان جا آثار مليا آهن، جن مان موجوده زماني جي اڄي ۽ پوري رنگ وارن سانن جي نسل جو پتو پوي ٿو، جيڪو سنڌ، اتر گجرات ۽ راجپوتانه ۾ ملي ٿو، انهي نسل جا سان وچ هندستان ۽ ڏکڻ جي ننڍين ٿوهن وارن جانورن کان مختلف آهن، جيتوڻڪ ڪن جانورن جا اصل پچرا ناهن مليا، پر هندستان جي جهنگلي مينهن، گينڊي، شينهن، رڇ، باندر ۽ سيهڙ جي شڪل جا نڪر جا رانديڪا مليا آهن.

## باب ستون

# دوائن بابت معلومات

هيل تائين هرڻ ۽ بارهن سنگي جا سنگ ئي دوائن جي هجڻ جو ثبوت ڏين ٿا. اهي سنگ گهڻو پري کان ملڻ جي سبب کان رکيو دوائن ۾ استعمال ڪيا ويندا هئا. "موهن جي دڙي" ۾ ڪنهن قدر سلاجيت بہ ملي آهي اهو هڪ ڪارو مادو آهي، جيڪو هماليہ جي پهاڙن مان سمي نڪري ٿو ۽ ماڻهو ان کي تلي، جگر ڦِڦڙي جي مرضن ۾ دوا طور واپرائن ٿا.

### گهرن جا ٿانوَ:

موهن جي دڙي مان جيڪي ٿانوَ مليا آهن، انهن مان 99 سيڪڙو نڪر جا آهن. انهن جي شڪل صورت مختلف آهي، انهن ۾ وٽا، پيالا، ٿاليون وغيره شامل آهن. پيالا هزارن جي تعداد ۾ مليا آهن، جنهن ڪري انومان آهي تہ ان دور جا ماڻهو هاٽوڪي دور جي ڪن قدامت پسند هندن وانگر هڪ دفعو پاڻي پيئڻ کانپوءِ نڪر جا اهي پيالا/ٿانوَ اُڇلي ڇڏيندا هئا. قديم آثارن مان وڏا وڏا مٽ بہ مليا آهن ۽ اسان جو خيال آهي تہ اهي ٿانوَ اناج، تيل وغيره گڏ ڪري رکڻ جي ڪم ايندا هئا.

سنڌو ماٿري ۾ گهڻا ٿانوَ ڪُمڀارن جي چَڪ تي ٺاهيا ويندا هئا. رنگين ٿانون جو عام رواج هو، روغني ٿانوَ بہ موهن جي دڙي مان مليا آهن، انهن نڪرن جي ٿانوَن جي خوبي انهن جي خوبصورتي نفاست تائين ئي محدود ڪانهي پر انهن جو اعليٰ درجي جو هجڻ ۽ مقدار ۾ گهڻو ملڻ بہ هڪ اهم ڳالهہ آهي، ٽامي جا ٿانوَ تمام گهٽ مليا آهن ۽ چانديءَ جا ٿانوَ تہ بلڪل ئي ٿورا مليا آهن.

## باب اٺون

## روز مره جي استعمال ۾ ايندڙ ڪجھ شيون

هڏن ۽ هاٿي جي ڏندن مان سُوئا، سُيون ۽ ڪنگا وغيره ٺاهيا ويندا هئا ۽ ٽامي جون ڪهاڙيون، آريون، چاقو، چمڙي ڪٽڻ جون ڪاتيون، مڇي پڪڙڻ جون ڪنڍيون، پاڪيون، پيالا ۽ ٿالھ ٺاهيا ويندا هئا.

### ٻارن جا راند يڪا:

مختلف قسم جا رانديڪا جيڪي "موهن جي دڙي" مان مليا آهن، انهن مان اها ڳالھ ظاهر ٿئي ٿي تہ هاڻوڪن سنڌي ماڻهن وانگر ان وقت جا ماڻهو ٻار ٻڍا ساڳي طرح راند روند جا شوقين هئا. انهن رانديڪن مان گهڻا ٺڪر جا ٺهيل آهن ۽ پختا آهن ۽ اهي انسان، جانورن، ڏڳي گاڏين ۽ گهر جي ٻين شين جو نقل/نمونو آهن، اها ڳالھ دلچسپي کان خالي ڪانهي تہ ان وقت بہ ٻارن جا سادا رانديڪا موجود هئا. ٺڪر جا اهي رانديڪا جيڪي ڏڳي گاڏي جي نموني تي ٺاهيا ويا هئا. اهي سڀ کان پراڻي ڦيٿي واري ڏڳي گاڏي جو نمونو هئا.

اهي رانديڪا انهي دؤر جا سمجهيا وڃن ٿا جنهن زماني جون شڪليون "اُر" جي ماڳ تي پٿر تي اُڪريل مليون آهن ۽ اهي 3200 ق.م جو زمانو هو. اهي ڏڳي گاڏيون انهن ڇئن ڦيٿن واري گاڏي سان ملن ٿيون جيڪي "اُناوَ" ترڪستان مان مليون آهن، موهن جي دڙي مان مليل ڏڳي گاڏين جهڙا رانديڪا جيڪي ٺڪر مان ٺهيل آهن، انهن جي ظاهري شڪل صورت واريون گاڏيون اڄ بہ سنڌ ۽ پنجاب جي ٻهراڙي ۾ استعمال ٿي رهيون آهن.

### ٽانگن جو استعمال:

"هڙاپا" ۾ ٽامي جو ٺهيل هڪ رانديڪو مليو آهي، جنهن جي شڪل صورت اڄ واري ٽانگي وانگر آهي، هن جي بناوت مان ظاهر ٿئي

ٿو تہ هن جي مٿان اس کان بچڻ لاءِ هڪ ڇت بہ وڌي ويندي هئي، اهي ڦيٿي واريون گاڏيون ملڪ اندر ڇُر پُر ۽ اچ وڃ جو ذريعو هيون.

## ڪرسيون:

رانديڪي مان هڪ رانديڪو ڪرسي جي شڪل جو آهي، جيڪو ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ سنڌو ماٿري ۾ ان وقت ڪاٺ جون ڪرسيون استعمال ڪيون وينديون هيون، انهن رانديڪن جي آڏي ابتي بناوت مان خبر پوي ٿي تہ اهو ٻارن جي هٿ جي هنر جو نمونو آهن، مسٽر ميڪي جو چوڻ آهي تہ اهي ڪرسيون شايد ٺڪر جي مورتين کي ويهارڻ جي ڪم اينديون هيون ۽ ان مان ان ڳالهہ جو ثبوت ملي ٿو تہ موهن جي دڙي جا ٻار بہ گڏين جي راند جا شوقين هئا.

## جوانن جون رانديون:

جوانن يا وڏن جي رانديون بابت اهو چئي سگهجي ٿو تہ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جا ماڻهو چوپڙ يا شطرنج سان ملندڙ جلندڙ رانديون کيڏندا هئا، جن ۾ ساريون يا پيادا گهوڙا سوار بادشاهہ قسم جون ساريون استعمال ۾ اينديون هيون، ان ڪانسواءِ جانورن جون ڊوڙون خاص طور تي گهوڙن جي ڊوڙ جا بہ شوقين هئا ۽ اها ڳالهہ قديم دورن جي داستانن ۾ بہ ملي ٿي.

## سُٽ ڪتڻ:

سٽ ڪتڻ جا ائٽ گهرن جي کنڊرن مان مليا آهن، جن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ان وقت ماڻهن ۾ ڪپهہ ۽ اُن ڪتڻ جو رواج عام هو، اهي شيون/اوزار ماهر ڪنڀارن ۽ ڪاريگرن جا ٺاهيل هئا، انهن ٺڪر جي ٿانون ۽ انهن اوزارن ۾ ڪٽي ڪمهين ۽ سپن جي کوپن جو استعمال ٿيل آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي تہ امير ۽ غريب ٻئي ڪپهہ ڪتڻ جو ڪم ڪندا هئا، گرم ڪپڙا ان مان ٺاهيا ويندا هئا، پر ڪپهہ مان ٺاهيل ڪپڙو عام ڏينهن ۾ پاتو ويندو هو پر ڪنهن بہ قسم جو ڪپڙو

موهن جي دڙي مان ڪونہ مليو آهي، رڳو هڪ گهر مان چاندي جي ٿانوَ سان چنبڙيل هڪ ڪپڙي جو ننڍو ٽڪر مليو آهي، ڏيان ساڻ جانچڻ ڪانپوءِ خبر پوي ٿي تہ ان جو ڌاڳو هاٿوڪي زماني جي هڪ قسم جي هندستاني ڪپهہ سان ملي جلي ٿو، ان قسم جي ڪپهہ اڄڪلهہ اتر هندستان ۾ ملي ٿي.

**پرڏيهہ ۾ موڪلڻ واري ڪپهہ:**

ڪپهہ جي لاءِ سنسڪرت ۾ سنڌو جو لفظ استعمال ڪيو ويندو آهي، جنهن سان ان خيال کي اڃا گهڻي سگهہ ملي ٿي تہ ڪپهہ جي پوک سنڌو ماٿري ۾ تمام آڳاٽي زماني کان ٿيندي اچي، اها ڳالهہ عجب جي آهي تہ اهل بابل جي ٻولي ۾ بہ ڪپهہ کي سنڌو چون ٿا ۽ يوناني ۾ لفظ ڌاڳي کي 'سندن' چون ٿا. ان مان ان ڳالهہ جي بہ تصديق ٿئي ٿي تہ سنڌ مان هندستاني ململ بابل يونان ٻنهي ملڪن ڏانهن موڪلي ويندي هئي، ڪن دليلن جي بنياد تي ماهرن جو چوڻ آهي تہ اها نفيس ڪپهہ جيڪا هندستان کان بابل ۽ يونان موڪلي ويندي هئي، اصل ڪپهہ ڪانہ هئي بلڪہ اها هڪ قسم جي وڻ مان حاصل ڪئي ويندي هئي پر مليل ڪپڙي جي مشاهدي مان انهن ماهرن جو خيال غلط ثابت ٿئي ٿو.

## بابت نائون

# پوشاڪ ۽ ڳهه ڳٺا

ان زماني جي لباس جو نمونو رڳو بہ بت ۽ ننڍا ننڍا مٽي جا راند يڪا ظاهر ڪن ٿا. اهي بت اهڙن ماڻهن جون شڪلون آهن جن هڪ ڊگهي شال اوڍي رکي آهي، شال تي گل ٻوٽن جو ڪم ٿيل نظر اچي ٿو، اها شال انهن جي کاٻي ڪلهي کي ڍڪيو بيٺي آهي ۽ ساڄي جي هيٺان ويڙهيل آهي، اهڙي طرح ساڄو هٿ آساني سان چرپر ڪري سگهي ٿو، اهو فيشن هندستان جي مهذب ۽ غير مهذب ٻن طبقن ۾ اڄ بہ رائج آهي ۽ اها ڳالهہ دلچسپي کان خالي ڪانهي تہ پوشاڪ جو اهو طريقو جيڪو "اُپ ويت" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو ۽ هندستان لاءِ مخصوص آهي، يجرويد ۾ ڪنهن قدر تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي، گوتم ٻڌ جا پٿر جا مجسما هميشہ انهي شڪل جا ڏنا ويا آهن.

### نڪر جا بت

مردن توڙي عورتن جي انهن بتن جو سواءِ مٽي جي لباس ۽ ڳهن کان ٻيو سڄو اگهاڙو آهي پر بقول سرجان مارشل جي ان مان اهو نتيجو ڪڍڻ تہ ان زماني جا غريب ماڻهو اگهاڙا رهندا هئا ڪنهن بہ طرح قبولڻ جوڳي ڪونهي، اڳتي هلي هو صاحب لکي ٿو تہ ممڪن آهي تہ نڪر جا اهي بت انهن ديوين ۽ ديوتائن جا مجسما هجن جن جي پوڄا جي رسم اڄ تائين هلندي اچي.

### وار سنوارڻ جو طريقو:

ڪن بتن کي ڏسي خبر پوي ٿي تہ ماڻهو ان وقت وڏيون مڇون ۽ ڏاڙهيون رکندا هئا ۽ يا وري مڇين جا وار هلڪا ڪيل ۽ وڌيل پڻ نظر اچن ٿا. جيئن سومير شهر جي بتن ۾ نظر اچي ٿو، مٿي جا وار پوئتي ورايل هوندا هئا يا پويان ڪتريل بہ هوندا هئا يا هڪ جهوڙو نهيل هوندو هو، جيڪو هڪ ڏاڳي سان ٻڌل رهندو هو. ڪي ماڻهو ڏاڳي جي بدران سون جي تار کان بہ ڪم وٺندا هئا ۽ ڪن جاين تي حقيقت ۾ اهڙيون سونيون تارون مليون آهن، عورتن جو رڳو هڪ مجسمو مليو آهي، جنهن

۾ وار ڪليل نظر اچي رهيا آهن. راءِ بهادر ديارام ساهني هڪ گهر مان هڪ ناچڻي جو مجسمو هٿ ڪيو آهي، 25 - 4 انچ اوچو ۽ ٽامي جو ٺهيل آهي، راءِ بهادر جو چوڻ آهي تہ اهو مجسمو حبشي خط و خال رکي ٿو، ان کي ڏسي سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ ان وقت جا ماڻهو ڏاڍا سگهارا هئا. وار ڪاپي ڪلهي تي ويڙهيل حالت ۾ گڏ ٿيل آهن، ڪاپي ٽنگ اڳتي جهڪيل آهي ۽ ساڄو هٿ چيلهہ تي رکيل آهي. ڄڻ ناچڻي هاڻي نچڻ لاءِ تيار آهي، ڪاپي هٿ تي جيڪو هيٺ لڙڪيل آهي، ڪلهي کان ڪارائي تائين چوڙيون پاتل آهن ۽ اهو انهي فيشن بابت پڌائي ٿو جيڪو "موهن جي دڙي" ۽ "هڙاپا" ۾ عام هو، ٽامي، سپين ۽ مختلف ڌاتوئن جون ٺهيل چوڙيون پاتيون ويندديون هيون، رڳو ٻہ چوڙيون ساڄي هٿ جي نونٹ کان مٿي پاتل آهن ۽ هڪ ڪارائي کان ٿورو مٿي.

## ڳهہ:

ڳهہ هر طبقي جا ماڻهو يڪسان طور تي پائيندا هئا، مردن ۽ عورتن ۾ مالا، سربند، بازو بند، منڊين ۽ ڪڙن جو رواج عام هو، ڪمر بند، واليون ۽ پازيب رڳو عورتون ئي پائينديون هيون، اهي ڳهہ گهڻي انگ ۾ مختلف شڪلين ۾ اسان کي ملن ٿا، ڪيترن ئي گهرن مان مختلف طرح جا ٽانوَ سون چاندي، عاج ۽ ٽامي مان ٺهيل زيورن ۽ املهہ هيرن جواهرن سان پيريل مليا آهن، انهن پوريلن خزانن ۾ عورتن جا ڪمر بند بہ آهن، جيڪي عقيق جي داڻن سان جڙيل آهن، عقيق جهڙي سخت پٿر مان سوراخ ڪرڻ سولو ڪونهي، ان مان انهي ڳالهہ جي بہ شاهدي ملي ٿي تہ ٽي هزار سال قبل مسيح ۾ ماڻهو هن فنن ۾ مهارت رکندا هئا. سنڌو ماٿري ۾ شيشي جي ڪڙن جو هڪ بہ مثال نٿو ملي، باوجود ان جي تہ شيشو ٽي هزار سال قبل مسيح ۾ عراق، عرب ۽ مصر ۾ استعمال ٿيندو هو، ان ڪانسواءِ ڪنهن بہ شئي جي جوڙ جڪ ۾ شيشي جو استعمال ناهي ٿيل، جڏهن اسان ڏسون ٿا تہ بلوچستان ۾ ڪيترن هنڌن تي "موهن جي دڙي" جي زماني جون شيشي مان ٺهيل رنگين چوڙيون مليون آهن ۽ اسان جي حيرت اچا بہ وڌي وڃي ٿي تہ موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي ڪوٺائي مان شيشي جي ٺهيل ڪا بہ شئي چو ڪانہ نظر آئي.

## بابت ڏهون
## جنگي سازِ سامان ۽ ڌاتوئن جو استعمال

اهي جنگي هٿيار جيڪي موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان هيل تائين مليا آهن اهي حملي ڪرڻ وارا هٿيار آهن، مثال طور ڪهاڙيون، نيزا، برڇيون، گرز، ڪمان، تير وغيره پر ڍال، زرهون وغيره اهڙيون شيون جنهن سان پنهنجو بچاءَ ڪجي، هڪ بہ مثال نٿو ملي، اهڙي طرح تلوار جيڪو اهم جنگي هٿيار آهي، ان جو بہ ثبوت ڪٿان بہ ناهي مليو، مليل هٿيار ٽامي، پتل جا ٺهيل آهن ۽ ڪي پٿر جا بہ ٺهيل آهن.

### ڌاتوئن جو استعمال:

سنڌو ماٿري جي ماڻهن ٽامي ۽ پتل جو استعمال گهڻو ڪيو هو، اهي ڌاتو جنگي ساز سامان، گهر جا ٿانوَ ۽ گهٽ قيمت جا زيور ناهڻ جي ڪم ايندا هئا، ٽامو ويجهو ئي هڪ طرف راجپوتانا ۽ ٻئي پاسي بلوچستان مان ملندو هو، ٿي سگهي ٿو تہ اهي ڌاتو افغانستان، ڪشمير، فارس مان بہ آندا ويا هجن، سون افغانستان يا ڏکڻ هندستان مان گهرايو ويندو هو، ڇاڪاڻ تہ اها اسان کي خبر آهي تہ ڏکڻ هندستان تاريخ جي ابتدا واري دؤر کان وٺي سموري هندستان کي سون مهيا ڪندو رهيو آهي.

### ڏيساور کان املهہ هيرن جو اچڻ:

بي شڪ اهي قيمتي هيرا جواهر جيڪي سنڌو ماٿري جا ماڻهو زيورن طور استعمال ڪندا هئا، ڏيسارو کان گهرايا ويندا هئا، هڪ ڏاڍي سهڻي مالها هڪ گهر مان ملي آهي، جيڪا سائي رنگ زبرجد جي داڻن جي ٺهيل آهي، هن قسم جي هڪ ٻي ملي آهي، ان ۾ سائي رنگ جي اميزان پٿرن جا داڻا پوپل آهن، اڄڪلهہ زبرجد جو پٿر هندستان ۾ نٿو ملي، بلڪ اهو يا تہ پامير جبل (اوپر ترڪستان) مان ڪشمير رستي گهرايو ويندو هو يا تبت مان ملي ٿو، اهڙي طرح سائو اميزان پٿر رڳو ڏکڻ هندستان ۾ نيلگري جي پهاڙ مان نڪري ٿو، سنگ مرمر ۽ سنگ

سليمان جهڙا قيمتي پٿر پڪ سان راجپوتانا، پنجاب ۽ ڪانياواڙ مان گهرايا ويندا هئا.
باقي معدنيات مان زفت يا "قُبر" گهڻو استعمال ٿيندو هو، شايد عيسيٰ خيل ڪان يا ڪالاباغ جي جبلن مان گهرايو ويندو هو، سائي رنگ جي مٽي شايد بلوچستان مان ايندي هئي، انهن سمورين شين جو واپار ان خيال جي پٺڀرائي ڪري ٿو ته سنڌ جا رهواسي ويجهن ۽ ڏوراهن ملڪن سان گهرا واپاري لاڳاپا رکندا هئا.

**تور:**

موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي مليل معلومات مان سخت پٿر جا ننڍا ننڍا گهڙيل ٽڪر به مليا آهن، اهي اعليٰ ۽ صاف سٿرا ٺهيل آهن ۽ ان دؤر جا تورجا وٽ سمجها وڃن ٿا، پر انهن تي ڪجهه به اڪريل ڪونهي پر جڏهن انهن کي هن دؤر جي وٽن سان توريون ٿا ته ان نتيجي تي پهچون ٿا ته اهي به ان دؤر جا رائج تورا هئا، لڳي ٿو ته اهي وٽ ڳري قيمت واريون شيون تورڻ لاءِ استعمال ٿيندا هئا، انهن مان وڏا وٽ مخروطي شڪل جا آهن، انهن جي مٿي تي يا ته وٽ ٺهيل آهي يا ته وري سوراخ ٿيل اٿن، ظاهري طرح اهو سوراخ ان ڪري ڪيو ويو آهي ته جيئن انهن ۾ رسي وجهي سگهجي ته جيئن استعمال ۾ سولائي ٿئي، ان ڪانسواءِ اها ڳالهه به معلوم ٿي آهي ته موهن جي دڙي ۽ هڙپا ۾ هڪجهڙيون هيون، ٻنهي جابين تي ماپ تور جا اوزار ۽ ٽڪڙيون هڪجهڙيون هيون.

# بابت يارهون

## سنڌ جي رهواسين جي صنعت

سنڌ جي رهواسين جي سماجي زندگي جي هن مخصوص پهلو جي ذڪر ڪانپوءِ آئون توهان جو ڌيان هڪ اهم پهلو ڏانهن ڇڪرائڻ چاهيان ٿو ءِ اهو هي آهي تہ سنڌ جا ماڻهو سادگي کي پسند ڪندا هئا. مصوري جي آرائش ۽ چٽ گُل هندستان جي پوءِ واري زماني جو فن آهي، جيڪو آڳاٽي دؤرر ۾ موجود نہ هو، ڇاڪاڻ تہ هن فن جا اثر اسان کي سنڌو ماٿري ۾ ڪٿي بہ نٿا ملن. گهر ۽ ٻين پبلڪ عمارتن جي تعمير جو طريقو سڌو، سادو ۽ ناهہ نوهہ کان خالي آهي، ان ڪانسواءِ جنگي هٿيار ۽ گهرن ۾ ٿانوَ بہ چٽن گلن کان خالي آهن. گهر جا ٿانوَ پوءِ اهي ٺڪر جا هجن يا ڌاتو جا انهن تي ڪا بہ زيبائش ناهي ڪيل، پر جاندارن جون تصويرون ناهڻ ۾ مصورن وڏي ڪاريگري کان ڪم ورتو آهي پر ان کان بہ اعليٰ فن جو مظاهرو جيڪو تصويرن ۽ مهرن تي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ان مان سنڌ واسين جي باذوق، هجڻ جي خبر پوي ٿي، ڪنيار، واڍا، سونارا ۽ جوهري صنعتون شهري علائقن ۾ ڏاڍيون اڳتي هيون، ان معاملي ۾ جيڪي شاهديون مليون آهن اهو اطمينان جوڳيون آهن ۽ مختلف قسم جي گهڻين صنعتن جا نمونا مليا آهن، "موهن جي دڙي" جا ماهر ڪاريگر ڌاتوئن کي پگهارڻ ۽ سٽڻ ڪٽڻ ۾ وڏي مهارت رکندا هئا.

ٽامي ۽ ٽين جي ميلاپ سان هو ڌاتو ناهيندا هئا. انهي مان پتو پوي ٿو تہ ان ڪيتر ۾ هنن ڪافي ترقي ڪئي هئي، اکرن ۽ تصويرن اُڪرڻ جو ڪم جهڙوڪ ڍڳن، شينهن ۽ هاٿي وغيره جي مهرن مان خبر پوي ٿي تہ اهو فن ڪمال تي پهچي چڪو هو، سمورا نمونا ۽ تصويرون ڪمال ڪاريگري سان اڪريل آهن ۽ صنعت ۽ حرفت جو اعليٰ نمونو آهن.

### اڃ وڃ جا ذريعا، وڻج واپار ۽ زراعت:

هن ڳالهہ جو ڪافي ثبوت مليو آهي تہ هتي جا ماڻهو واپار ۽ سياحت جي لحاظ کان هندستان جي ٻين حصن ۽ ٻين ملڪن سان ناتا

رکندا هئا، معلوم ٿئي ٿو تہ انهي وقت ڏاڍو افغانستان مان، تين خراسان مان، قيمتي موتي پامير جي رستي ترڪستان مان ايندا هئا، واپار ۽ ڪاروبار ۾ هندي، پرچي ۽ لکڻ جي طريقي سان سهولت پهچائي ويندي هئي ۽ سمجهو ٿو وڃي تہ اڪريل مهرون جيڪي وڏي انگ ۾ مليون آهن، سرڪاري ڪاغذن تي لڳايون وينديون هيون.

**لکت جو طريقو:**

موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي معلومات مان سڀ کان حيرت جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ سنڌو ماٿري جي ماڻهن وٽ اڄ کان پنج هزار سال اڳ هڪ خاص قسم جو لکڻ جو طريقو (لپي) رائج هو ۽ هو پنهنجي روزاني زندگي جي ڪاروهنوار ۾ پڪ سان ان طريقي کي استعمال ۾ آڻيندا هئا، پر ٻن شهرن جي وچ ۾ ٿيل ڪاروبار بابت پٽر ۽ ڏاتو جي ٺڪرن تي ڪو بہ دستاويز ناهي مليو، پر مهرن ۽ تصويرن تي اُڪريل اکر مليا آهن، اهڙي طرح اهڙيون مهرون ڪافي تعداد ۾ مليون آهن، گذريل چاليهن سالن کان ماهر لاڳيتو انهي جستجو ۾ لڳل آهن تہ انهن لکڻين کي پڙهي ان جو مطلب سمجهن پر هيل تائين ڪنهن کي بہ ڪاميابي نصيب ڪانهي ٿي، ڪن جو خيال آهي تہ اهو لکت جو طريقو انهي قسم جو لکت جو طريقو آهي، جهڙو آڳاٽي دؤر ۾ ايلام سومير ۽ مصر وغيره ملڪن ۾ رائج هو، ڪن جو خيال آهي تہ هاٿوڪي برهمڻي يعني هندي جي الفابيٽ انهن ئي اکرن مان نڪتي آهي، پر هيل تائين ڪا بہ پوري خبر ناهي پئي تہ اهي اکر ڇا آهن ۽ انهن جو مطلب ڇا آهي، جڏهن تہ مهرن وغيره تي اڪريل اکرن جو مطالعو ڪري 400 جي لڳ ڀڳ مختلف اکر يا نشانيون گڏ ڪيون ويون آهن ۽ ان کان سواءِ زير زبر جون ڪجهہ نشانيون بہ گڏ ڪيون ويون آهن، شايد ڪنهن ڏينهن انهي صورتخطي جي پروڙ پئجي وڃي.

## باب ٻارهون

## مذهبي شين جو نہ هجڻ

جيڪي شيون موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان لڌيون آهن، جن جو ذڪر پهرين ئي ٿي چڪو آهي انهن مان اهڙيون گهٽ آهن جنهن مان هن علائقي جي رهواسين جا مذهبي عقيدا پڌرا ٿي سگهن، ايتري تائين جو اهي عمارتون جن لاءِ سمجهو ٿو وڃي تہ اهي مندرن طور استعمال ٿينديون هيون، مقدس شين جا آثار مثال طور پيتيون، قربان گاهون ۽ بت وغيره ناهن ملي سگهيا. اهڙين حالتن ۾ قديم زماني جي سنڌو ماتري لوڪن جي مذهبي رسمن جي معلوم ڪرڻ لاءِ اسان رڳو ڪجهہ اڪريل مهرن، نڪر ۽ پٿر جي بتن کان ئي مدد وٺي سگهون ٿا.

### عورتن جا بت:

موهن جي دڙي ۽ هڙپا ٻنهي ماڳن تان نڪر جا جيڪي ننڍا ننڍا بت مليا آهن، انهن مان گهڻا بت عورتن جا آهن، جيڪي انهن جي مختلف رهڻي ڪهڻي جي حالتن کي ظاهر ڪن ٿا. اهڙا بت وڏي انگ ۾ پرپاسي وارن علائقن مثال طور بلوچستان جي زوب وادي ۽ ٻين پري وارن علائقن مثال طور عراق، عرب، ايلام ۽ مصر مان بہ هٿ آيا آهن. ڪي اهڙا بت مليا آهن، جن ۾ عورتون اٿو ڳوهي رهيون آهن يا هٿ ۾ مانين جي ٿالهي کنيو بيٺيون آهن، در اصل اهي بت نڪر جا رانديڪا آهن، ڪي اهڙا بت آهن جيڪي ظاهر ڪن ٿا تہ عورت ٻارڙو کنيو بيٺي آهي يا اميدواري سان آهي، اهڙن بتن لاءِ چيو ٿو وڃي تہ اهي باس/پيتا لاءِ تيار ڪيا ويا هوندا، جيڪي مندرن وغيره تي ڏنا ويندا هوندا، ديوتائن کي پيتا ڏيڻ هر دؤر ۽ هر ملڪ ۾ هڪ عام رسم رهي آهي.

### ماتا ديوي جي پوڃا:

اهڙا بت بہ وڏي انگ ۾ مليا آهن، جيڪي پڏريون خاصيتون رکن ٿا ۽ شڪل صورت ۾ هڪجهڙا آهن، اهي بي لباس ۽ بيٺل عورتن جا

آهن، جن جي چيلهہ تي پٽو، مٿي تي ڪپڙو ۽ ڳچي جي چئوطرف بہ ڪپڙو ويڙهيل آهي، مٿي جي ڪپڙي جو مٿيون حصو پهرين تاريخ جي چنڊ جي شڪل ڏاهيو بيٺو آهي، سنڌو ماٿري جا اهي بت بلوچستان ۽ ڏکڻ ايشيا جي بتن جي ڀيٽ ۾ ڪجهہ مختلف آهن، انهن بتن ۾ هڪ وڏو فرق اهو آهي تہ بلوچستان جي بتن جو رڳو مٿو ۽ ڌڙ ٺهيل آهي، چيلهہ کان هيٺ وارو حصو ٺهيل ناهي، پيون ڳالهيون بہ ملن جلن ٿيون ان مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ روم جي خطي کان وٺي سنڌو ماٿري تائين تهذيب ۾ مذهبي خيالن جو اصل يا بنياد هڪ ئي آهي، قديم آثارن جا ماهر عام طور تي اهو مڃن ٿا تہ بلوچستان ۽ ڏکڻ ايشيا جي بتن ۾ جسم جي هيٺئين ڌڙ جو نہ هجڻ ظاهر ڪري ٿو تہ اهي مجسما ڌرتي جي ديوي جا مجسما هئا، جيڪا عام طور تي زمين مان پيدا ٿيندي ڏيکاري وئي آهي، اهو سمجهو ٿو وڃي تہ زمين جي ديوي جي پوڄا انا طول کان شروع ٿي ۽ ڏکڻ ايشيا جي وڏي حصي تي پکڙجي وئي، سنڌو ماٿري ۽ ڏکڻ ايشيا جي بنا ٽنگن وارن بتن ۾ ايتري هڪجهڙائي آهي جو اهو خيال ڪرڻ غلط نہ هوندو تہ اهي بت ماتا ديوي جا بت آهن، ماتا ديوي جي پوڄا هندستان ۾ آڳاٽي دؤر کان جاري آهي ۽ هن ملڪ جي لڳ ڀڳ هر ڳوٺ ۾ هن جو پوڄا گهر موجود آهي، ان کي زرخيري جو چشمو، زندگي بخشيندڙ سموريون شيون عطا ڪندڙ تصور ڪيو ويندو آهي، ماتا ديوي جي پوڄا جو عقيدو هندستان ۾ خاص طور تي اڻ آريا قبيلن ۾ گهڻو ڏنو ويو آهي، بقول سر جان مارشل انهن مان ڪي اهڙا قبيلا آهن، جيڪي ويدن واري هندو مت جي اثر هيٺ ڪڏهن بہ ناهن آيا ۽ اهو نظريو اڃا وڌيڪ سگهارو ٿئي ٿو، جڏهن اسان ڏسون ٿا تہ ويدن جي ڌرم ۾ ديويون معمولي حيثيت رکن ٿيون، اهڙي طرح ئي رگ ويد جا وڏا وڏا معبود ديويون ناهن بلڪ ديوتا آهن، ڌرتي جي ديوي پرٿوي جو ذڪر رگ ويد ۾ وري وري اچي ٿو، هن کي ديوي مڃيو وڃي ٿو ۽ ان کي فيض ۽ برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ پوڄيو وڃي ٿو پر بقول سرجان مارشل جي ان زماني جي آرين واري زمين جي ديوي سنڌو ماٿري جي رهواسين واري زمين جي ديوي کان بلڪل مختلف آهي تہ

جڏهن آريا ۽ آرين کان اڳ وارا ماڻهو هڪٻئي ۾ ملي ويا تہ ان جي پوڄا قديم ديوي جي پوڄا سان ملندڙ جلندڙ ٿي وئي.

هڪ مهر جيڪا هڙاپا جي ماڳ مان ملي آهي، ان مان ديوي جي پوڄا عام هجڻ تي روشني پوي ٿي، انهي مهر تي هڪ بي لباس عورت جو ابتو بت ظاهر آهي، جنهن جي شرمگاهہ مان هڪ ٻوٽو ڦٽل آهي، ان تي ڇهہ لفظ لکيل آهن، جيڪي اڃا تائين پڙهجي ناهن سگهيا، مهر جي ٻئي پاسي جانورن جو هڪ جوڙو آهي، جيڪو پوين ٽنگن تي بيٺو آهي، اهڙي قسم جو هڪ ٻيو مجسمو ڇهين صدي عيسوي جي گڏيل صوبن آگري ۽ اوڌ ۾ ڀٽياجي هنڊان مليو هو، ڇپيل ٻوٽو ڪنول (Lotus) گل سان ملندڙ جلندڙ آهي، انهن ڳالهين مان اسان اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ ماتا ديوي جي پوڄا سنڌو ماٿري ۾ چار هزار سال قبل مسيح جي دؤر کان وٺي عام هئي، مهرن تي اڪريل اکرن جو مطلب اڃا تائين معلوم نہ ٿي سگهيو آهي، ڪجهہ نٿو چئي سگهجي تہ ان مان اسان جي خيال جي ترديد ٿئي ٿي يا پنيرائي.

# باب تيرهون

## شِو ديوتا ۽ شِولنگ

### شِو ديوتا:

ماتا ديوي جي پوڄا سان گڏوگڏ اسان کي هڪ ديوتا جي پوڄا جي شاهدي بہ ملي ٿي اهو ديوتا ڪهڙو هو، انهن شين مان جيڪي اسان کي مليون آهن تہ انهن مان اهو شِو ديوتا ٿو پائنجي موهن جي دڙي جي ماڳ وٽان اسان کي هڪ مهر ملي آهي، ان تي هڪ ديوتا جي تصوير اڪريل آهي ۽ هو هڪ تخت تي پلٿي هنيو ويٺو آهي ۽ هڪ هٿ جوڳين وانگر اڳتي وڌايل اٿس، مٿي جا ٽي پاسا آهن ۽ مٿي تي ٻہ سنگ بہ اٿس، انهي اڪريل تصوير جي پاسن کان چار جانورن هاٿي، شينهن، پاڏي ۽ گينڊي جون تصويرون نهيل آهن، تخت جي هيٺان بہ ٻارنهن سنگا بينا آهن ۽ تصويرن کي ڏسي رهيا آهن، جوڳين جي بيٺڪ ۽ جانورن جون تصويرون چٽي طرح جهنگ جي زندگي جو ڏس ڏين ٿيون، تاريخي طور شِو مها يوگي (وڏو جوڳي) آهي، هن کي جانورن جو ڏڻي يا جهنگ جي وحشي جانورن جو بادشاهہ بہ چون ٿا، اڪريل تصوير جا ٽي رخ، ٽيمورتي يا شِو جا ٽي منهن ظاهر ڪن ٿا، ٽي منهن جن مان هر منهن تي هڪ اک آهي، جنهن جو مطلب هي ورتو وڃي ٿو تہ ديوتا ماضي، حال ۽ مستقبل کان آگاهہ آهي، هن تصوير جي ٻن سنگن ۽ مٿي جي ڍڳهي لباس جي ذريعي اسان هن کي شِو ديوتا سان مشابهت ڏئي سگهون ٿا، روايتي شِو جي خاصيت هن جو ٽن ڦرن وارو نيزو يا ترشول آهي، هن تصوير وارا سنگ هڪ خاص مقرر پهلو کي ظاهر ڪن ٿا ۽ بقول سرجان مارشل تہ اهي ڪنهن ديوتا جي نشاني آهن، اهو ئي تاريخدان ٻڌائي ٿو تہ اهو طريقو سمير ۽ بابل ۾ انهي زماني ۾ رائج هو ۽ اتي بہ عام طور تي سنگ ديوتا کي ظاهر ڪرڻ لاءِ تصوير ۾ استعمال ڪيا ويندا هئا ۽ بادشاهہ ۽ مذهبي پيشوا بہ اهي پائيندا هئا، چاڪاڻ تہ انهي کي آسماني طا ت جو مظهر سمجهو ويندو هو.

ائين ٿو پائنجي تہ ديوتائن جي قديم زماني جي اها نشاني ختم

ڪانه ٿي هئي، بلڪ زمانو گذرڻ سا هن ترشول جي شڪل اختيار ڪري ورتي، ٻڌمت جوتري رتن (گوتم ٻڌ، سنگهه ۽ ڌرم) ۽ گوتم ٻڌ جوڳين جي ويهڪ ۽ ان جي ويٺڪ جي هيٺان هرڻ جون تصويرون انهي مقدس عمل واري طريقي جو نتيجو هئا جيڪو ديوتائن جي شڪلين کي ناهڻ ۾ استعمال ڪيو ويندو هو.

**شِولنگ:**

انهن ماڳن جي کوٽائي مان اسان کي مختلف شڪل ۽ ماپ جا پٿر جا ٽڪر مليا آهن، انهن مان ڪي اهڙا آهن، جنهن کي اسان شولنگ سان ملندڙ جلندڙ چئي سگهون ٿا، منڍي جهڙا پٿر مٿان ۽ هيٺان گول آهن ۽ کي نهايت ئي صاف آهن ۽ سمورا سوراخدار آهن، منڍي جي شڪل وارا پٿر ۽ لنگ جي شڪل وارا پٿر اسان کي هن ڳالهه جو يقين ڏيارين ٿا ته اهي پوڄا جونٰ شيون هونديون ۽ اهڙين شين جي پوڄا شِومت جي خاصيت رهي آهي پر پٿرن جي شين مان اهو به نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته اهي ڪنهن ٻئي ڪم ۾ ايندا هجن، بهرحال بتن جي پوڄا هڪ پڌرو نتيجو آهي.

# باب چوڏهون

## وڻن ۽ جانورن جي پوڄا

### وڻن جي پوڄا:

وڻن جي پوڄا پراڻي زماني جي ڪيترن ئي مذهبن ۾ ملي ٿي ۽ سنڌو ماٿري جي ماڳن ۾ بہ وڻن جي پوڄا جا ثبوت مليا آهن، ان حوالي سان هڪ حيرت جهڙو نقش هڪ مُهر تي اڪريل مليو آهي، ان تي پپر جي وڻ مٿان ان جي ديوتا جي تصوير آهي، جيڪا ٻن ٽارين جي وڻن ۾ نظر اچي ٿي ڪيترين ٻيون تصويرون انسان ۽ جانورن جون آهن، جيڪي نهايت ادب ۽ احترام سان وڻ ڏانهن وڌي رهيا آهن.

هڪ ئي وڻ ۾ ديوتا ۽ پوڄا پاٺ ڪندڙن کي گڏ ڪرڻ ان زماني جي پوڄا جي طريقي کي ڪافي حد تائين ظاهر ڪري ٿو، اسان ڄاڻون ٿا تہ پپر جو وڻ هندن وٽ متبرڪ رهيو آهي ۽ اڄ بہ آهي، هن کي دنيا جي جنم جو وڻ ۽ علم جو وڻ بہ چيو ويندو آهي. سر جان مارشل لکي ٿو تہ آڳاٽي زماني ۾ عراق ۽ عرب ۾ هن وڻ کي علم جو وڻ چوندا هئا ۽ پڪ سان هندستان ۾ بہ ان زماني ۾ ائين تصور ڪيو ويندو هوندو، ان ڪانسواءِ تلسي جي ٻوٽي جي مثال مان وڻن جي پوڄا جو ثبوت ملي ٿو، انهي پوڄا ۾ تلسي ديوي جي شادي وڏي ڌام ڌوم سان سالگ رام پٿر سان ڪرائي ويندي هئي.

### جانورن جي پوڄا:

سنڌو ماٿري ۾ جانورن جو احترام ۽ انهن جي پوڄا جون بہ ڪافي شاهديون ملن ٿيون، ڪي مُهرون ۽ مختلف قسم جا رانديڪا ۽ پٿر انهي ڳالهہ جو ثبوت گڏوگڏ پهچائن ٿا، انهن مهرن تي اڪريل جانورن کي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، پهرين ۾ رڳو قصن ڪهاڻين ۾ بيان ٿيندڙ جانور جيڪي ڪنهن حد تائين ٻڪرين ۽ رڍن جي شڪل جا آهن ۽ ڪي ڍڳن، هاٿين ۽ شينهن وغيره جي عضون جو ميلاپ آهن ۽ منهن انسانن جو ا ٻيا اهڙا جانور جن جو هڪ سڱ آهي، تيان اهي

جيڪي قدرتي جانور آهن.

## قصن ۾ بيان ٿيل جانور:

موهن جي دڙي جي مهرن تي نهيل جانور انهن جانورن جي شڪلين سان ملن جلن ٿا جيڪي عراق ۽ عرب جا ڪاريگر ٺاهيندا هئا، انهن مان هڪ اهڙو جانور آهي، جيڪو اڌ ماڻهو ۽ اڌ ڳئون جي شڪل جو آهي ۽ هڪ سِڱ واري شينهن تي حملو ڪري رهيو آهي، اها تصوير اسان کي سوميري مجسمي ايڪيڊو(Eekidu) جي ياد ڏياري ٿي، جيڪو اڌ ماڻهو ۽ اڌ ڍڳو آهي، جنهن کي صبح جي ديوي گل گيمش سان جنگ ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو هو ۽ جيڪو پوءِ هن جو دوست بڻجي پيو ان سان گڏجي جهنگلي جانورن سان وڙهيو، مسٽر وارڊ جي قول مطابق عراق ۽ عرب جي هٿ جي هنر جي تاريخ چار هزار سال قبل مسيح تائين وڃي ٿي، قصن وارن جانورن جا بت ۽ رومانوي طاقت ظاهر ڪرڻ لاءِ سڱن جو استعمال پراڻي دور کان عام هو.

چا اهي پوڄا جون شيون هيون يا جيڪي مهرن جي تصويرون نهيل هيون، جنن پوتن کي پڄائڻ لاءِ بطور تعويذ استعمال ڪيون وينديون هيون، سرجان مارشل بيان ڪري ٿو تہ آڳاٽي دؤر ۾ پوڄا ۾ جانورن جا سنڱ استعمال ٿيندا هئا ۽ جتي جانور ديوتا انسان جو روپ وٺندو هو اتي رڳو سنڱ جي پوڄا ڪئي ويندي هئي، جنهن ڪانپوءِ انهنکي طاقت جو نشان تصور ڪيو ويو هو، جيئن ڪنهن ديوتا، سورهيہ يا ديهہ کي سمجهيو ويندو هو.

## هڪ سِڱ وارا جانور:

مهرن تي هڪ جانور جي تصوير عام طور تي نظر اچي ٿي ان جي حيثيت افسانوي آهي، اهو جانور هڪ سڱ وارو آهي ۽ ٻارهن سڱي سان ڪجهہ ملندڙ جلندڙ آهي، اهو هڪ سڱو جانور هندستان جي قصن ڪهاڻين ۾ گهڻو ملي ٿو ۽ اهو دُراهہ ديوتا يا ديوتا وشنو جو بت جيڪو هڪ سڱ وارو بيان ڪيو ويو آهي، شايد اهو تاريخ کان اڳ واري هڪ

سگ واري جانور جي ياد ۾ ناهيل آهي، مهرن تي انهي جانور جون جيڪي شڪليون ٺهيل آهن، تنهن جي اڳئين پيرن سامهو ڪا وبڪري شئي رکيل نظر اچي ٿي، جيڪو دونهين پارڻ جو ٿانوَ لڳي ٿو ۽ اهي سموريون تصويرون ڪنهن ديوتا جي پوڄا کي ظاهر ڪن ٿيون يا ڪنهن قرباني جو منظر پيش ڪن ٿيون.

**جانورن جو ٽيون قسم:**

جانورن جي ٽئين قسم ۾ هندستاني هاٿي، شينهن، گينڊا، ٿوهن وارا ڏڳا، جهنگلي ڳئون ۽ ٻاڪي ۾ رهندڙ مينهن جون تصويرون ملن ٿيون، جهنگلي ڏڳن، گينڊن ۽ شينهن جي تصوير ۾ آهورن جي تصوير ٻه آهي پر هاٿي ۽ سان جون تصويرون هڪ جهڙيون ناهن پر ڪٿي ڪٿي انهن جي تصويرن ۾ ٻه آهورا نظر اچن ٿا ۽ ڪٿي ڪونه ٻه آهن، ان ڪانسواءِ ڏڳن سان گڏ ٻه آهورا ڪٿي ڪٿي نظر نٿا اچن.

**جانور ديوتائن جي سواري طور:**

پوءِ وارن هندو ڌرم جي قديم آثارن مان اسان کي خبر پوي ٿي ته انهن مان ڪن جانورن کي مختلف ديوتائن ۽ ديوين جون سواريون سمجهيو وڃي ٿو ۽ انهي ناتي جي ڪري انهن جانورن کي مقدس سمجهيو ويندو آهي، خبر پوي ٿي ته شينهن کي ماتا ديوي جي سواري تصور ڪيو ويندو هو، انهي ديوي کي برار جا ڀيل برادري جا ماڻهو واگهه ديوي چون ٿا، هاٿي آيا لوڪن ۾ اندر ديوتا جي سواري سجهيو وڃي ٿو، ان ڪانسواءِ هاٿي جي شوءِ پاروتي جي پٽ ڌرشن طور ٻه پوڄا ڪئي ويندي اهي، سان موت جي ديوتا جي سواري آهي، ناگا قوم جا ماڻهو گينڊي جي تمام گهڻي عزت ڪن ٿا ۽ ان جانور جا هڏا ٻنين ۾ دفن ڪن ٿا ته جيئن فصل ڀلو ٿئي.

# باب پندرهون

## سنڌو ماٿري جي ماڻهن جو مذهب

هن ڳالهہ کي سوچيندي تہ هندستان خاص طور تي مذهبي خيالن جي معاملي ۾ هڪ وڏو قدامت پسند ملڪ آهي، اها ڳالهہ يقيني آهي پوءِ وارو هندو ڌرم ۾ اڳوڻي سنڌو ماٿري جي ماڻهن واري مذهبي عقيدي جي باقيات هجي، بي شڪ اسان هڪ کان وڌيڪ ڀيرا ٻڌايو آهي تہ سنڌو ماٿري جي آڳاٽي زماني ۾ هاڻوکي هندو ڌرم جي ماڻهن جي جانورن، وڻن ۽ ٻين قدرتي شين ۾ ايتري تہ هڪجهڙائي آهي، جو اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ انهن ٻنهي دورن جي پوڄائن جي وچ ۾ ڳانڍاپو قائم هو. ماتا ديوي ۽ شِو جي تي اعتقاد، حيوانن جي پوڄا جا تي دليل ۽ ڪن پٿرن، لنگ ۽ يوني جي پوڄا جون شاهديون اسان کي ٻڌائن ٿيون تہ اهي شيون بنا شڪ جي پنج هزار سال اڳ سنڌو ماٿري جي ماڻهن جون مذهبي شيون هيون.

چاٽايل بحث هيٺ آيل مسئلن ۾ محققن جي هاڻوڪي راءِ هن کان وڌيڪ خوبي ۽ وضاحت سان بيان نٿي ڪري سگهجي، جهڙي طرح جنرل آف انڊين هسٽري جي ايڊيٽر ڪئي آهي، سرجان مارشل جي مشهور ڪتاب جي مذهب واري باب تي تبصرو ڪندي چوي ٿو تہ اسان وٽ پلي ڪيتري ئي اڻپوري شاهدي هجي پر هن نتيجي کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ اسان وٽ اڻ ڳڻيا دليل آهن تہ سنڌو ماٿري جي ماڻهن جو مذهب گهڻين ڳالهين ۾ هاڻوڪي هندو ڌرم جو بنياد/جڙ هو، ٻنهي جون هڪجهڙيون خاصيتون هي آهن، شوجي، ماتا ديوي، نانگن ۽ پکين جي پوڄا ۽ جوانن، وڻن ۽ پٿرن جي پوڄا لنگن جي پوڄا ۽ جوڳ متائڻ جو اصول ۽ اوتارن جي پوڄا وغيره اهي شيون سنڌ جي ماڻهن جي مذهب ۾ بہ ملن ٿيون، جيتوڻيڪ اسان اڃا اهو ٻڌائڻ جي لائق ڪونہ آهيون تہ هندو ڌرم ۾ اهي ڳالهيون ڪڏهن آيون پر اسان کي هندستان ۾ آرين جي آمد

ڪان اڳ واري زماني بابت رائج خيالن ۾ گهڻيون تبديليون ڪرڻيون پونديون، اسان کي هندستاني تهذيب جو نقشو ٻيهر ترتيب ڏيڻو پوندو ۽ آرين ڪان اڳ واري مذهب جي باري ۾ پنهنجن خيالن تي نئين سر غور ڪرڻو پوندو، اسان کي ان خيال تان هٿ ڪڻڻو پوندو تہ هاڻوڪا جنگجو قبيلا هندستان ۾ آرين جي آمد کان اڳ جي تهذيب جو نمونو آهن، اهي قبيلا پنج هزار سال پهرين بہ موجود هئا، ان ڪري اهو چوڻ درست ڪونہ ٿيندو تہ اهي آرين جي آمد کان اڳ واري هندستاني تهذيب ۽ تمدن جو نقشو پيش ڪن ٿا.

## باب سورهون

# مُردن جو ڪفن دفن

مردن جي ڪفن دفن جو مذهبي معاملن سان ويجهو ناتو آهي، عالمگير ۽ دهشت انگيز هجڻ سببان موت جي سدائين هڪ خاص اهميت رهي آهي ۽ آڳاٽي زماني جي ماڻهن ۾ انهن جي مذهبي جذبن کي سگهه پهچائڻ واڌ ويجهه ڏيڻ ۾ ان جو خاص اثر رهيوآهي، ان ڪري مُردن جي ڪفن دفن ۽ ان بابت ٻين مامرن جو ماڻهن جي مذهبي عقيدن سان خاص ڳانڍاپو هوندو آهي، بدقسمتي سان موهن جي دڙي مان ان قسم جي شاهدي ناهي ملي، ان ڪري انهي سلسلي ۾ اتي رسمن بابت ڪي واضح نتيجا ناهن نڪري سگهيا.

**پورو لاش دفن ڪرڻ:**

اسان کي تازن انڪشافن ڪجهه مدد ڏني آهي ۽ اسان جنهن نتيجي تي پهتا آهيون، اهو هي تہ اهي ماڻهو پنهنجن مردن جون آخري رسمون ٽن طريقن سان ادا ڪندا هئا:

1. مڪمل طور دفنائڻ
2. جزوي طور دفنائڻ
3. ساڙڻ کانپوءِ دفنائڻ

**مڪمل طور دفن ڪرڻ:**

ان طريقي جي ثبوت ۾ اسان کي موهن جي دڙي مان ايڪيهہ مڪمل هڏا وان پڃرا مليا آهن، انهن مان چوڏهن هڪ تباهہ ٿيل گهر جي هڪ ڪمري مان مليا آهن، ڇهہ هڪ بازار مان ۽ هڪ پڃرو ٻي هڪ بازار مان مليا آهن. پر اها ڳالهہ ڌيان ڪرڻ جوڳي آهي تہ چوڏهن پڃرا جيڪي هڪ ڪمري مان مليا آهن، انهن سان گڏ زيور بہ پيل هئا، جن مان ڪي تہ حقيقت ۾ هڏن ۾ ڦاٿل هئا، پر قبر جون ٻيون شيون مثال طور ڌاتو يا نڪر جا ٿانو يا کاڌ خوراڪ جيڪي عام طور تي مردي سان گڏ

پوريا ويندا هئا، تن جو ڪو بہ نشان ناهي مليو، ممڪن آهي، جن ماڻهن جا اهي پڃرا مليا آهن، اهي ڪنهن اوچتي حادثي ۾ مئا هجن، پر هڙاپا ۾ مڪمل طور تي دفنائڻ واريون گهڻيون قبرون سامان سان گڏ نظر آيون آهن، بلوچستان جي هڪ ٻن هنڌن تي ڪجهہ انساني پڃرا مليا آهن، جن کي مذهبي رسمن سان دفنايو ويو آهي.

## جزوي دفنائڻ:

سنڌو ماٿري ۾ مردن کي پنهنجي آخري منزل تائين پهچائڻ جي ٻئي طريقي کي سر جان مارشل جزوي دفنائڻ جو نالو ڏنو آهي ۽ اهو سمجهيو ٿو وڃي تہ ڪن مردن کي ڪجهہ عرصي لاءِ جانورن ۽ پکين جي اڳيان ڇڏيو ويندو هو ۽ پوءِ بچيل ڪجهہ هڏا گڏ ڪري باقاعده رسمن سان دفن ڪيا ويندا هئا. موهن جي دڙي جي ڪن ماڳن تي جتي مردن جي دفنائڻ جا نشان مليا آهن، ڪي شيون مثال طور، ٿانوَ، ڪاڏ خوراڪ جون شيون ۽ ڳهہ بہ مليا آهن، هڙاپا ۾ جزوي دفنائڻ جا گهڻا مثال مليا آهن پر انهن مان تمام ٿوريون شيون موهن جي دڙي جي مليل شين جي زماني جهڙيون آهن، انهن مان گهڻيون پوءِ واري زماني جو شيون آهن. بلوچستان جي بال علائقي ۾ جزوي دفنائڻ جا ڪافي مثال مليا آهن ۽ سيني جاين مان اهڙيون شيون ۽ ٿانوَ مليا آهن، جيڪي هو مردي کي دفنائڻ وقت قبر ۾ رکندا هئا. بلوچستان جي اترين ۽ ڏاکڻين علائقن مان اهڙي طرح جا تمام گهڻا ٿانوَ ۽ هڏا مليا آهن.

## ساڙڻ کانپوءِ دفنائڻ جي رسم:

ٽيون طريقو اهو هو تہ پهرين مُردن کي ساڙيندا هئا ۽ پوءِ انهن جي ڪجهہ رک ٿانوَ ۾ بند ڪري زمين ۾ پوريندا هئا. پنجاب ۾ هاڻي بہ اها رسم اهڙي طرح جاري آهي، جن ماڻهن نيڪ پاڪيزه ۽ سچي مذهبي زندگي گذاري هجي ۽ عوام جي نظر ۾ معتبر رهيا هجن، انهن جي لاشن کي ساڙي انهن جي رک تي سماڌي اڏي ويندي هئي، جيڪا مٽان کان اونڌي ٿانوَ وانگر نظر ايندي آهي، اهڙا تمام گهڻا ٿانوَ موهن جي دڙي ۾

هڙاپا مان مليا آهن، جن ۾ رک کانسواءِ ڪوئلو ۽ مڇين وغيره جا هڏا، ننڍا ننڍا نڪر جا ٿانو، رانديڪا ۽ ڪجهہ زيور وغيره مليا آهن، هڙاپا جي انڪشافن بابت پنهنجي سرڪاري رپورٽ ۾ مسٽر ويٽس انهن شين جو تفصيل ڏنو آهي، معلوم ٿئي ٿو تہ ڪن ٿانون ۾ گدري وغيره جا ٻج ۽ بوسو ۽ ان جا نشان مليا آهن، جن مان خبر پوي ٿي تہ مردن سان مختلف قسمن جي کاڌن جون شيون دفنايون وينديون هيون.

### مُردن کي ساڙڻ جي رسم:

جهڙوڪ مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، مڪمل طور دفنائڻ جا مثال تمام گهٽ آهن ۽ انهن مان بہ پڪ سان خبر نٿي پوي تہ مُردن کي دفنايو ويندو هو، اهڙي طرح جهڙوڪ دفنائڻ جا مثال بہ گهٽ مليا آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو طريقو بہ ڪڏهن ڪڏهن استعمال ڪيو ويندو هو ۽ عين ممڪن آهي تہ بادشاهي عتاب جي سببان ورلي ائين ٿيو هجي، سرجان مارشل جو خيال آهي تہ پڪ سان سنڌو ماٿري جي تهذيب جي ڏهاڙن ۾ مردن کي ساڙڻ جو طريقو عام رائج هو ۽ ممڪن آهي اهو ئي ڪارڻ هجي ان زماني جا انساني پڃرا اسان کي گهٽ انگ ۾ مليا آهن، جزوي يا مڪمل دفن ۽ ان جا بہ ڪجهہ مثال مليا آهن، ممڪن آهي تہ انهن جو پوءِ واري زماني جي ايراني تهذيب ۽ تمدن سان ڳانڍاپو هجي.

# باب سترهون
# سنڌو ماٿري جي ماڻهن جي عام زندگي

سنڌو ماٿري جي ماڻهن جي مذهبي عقيدن رسمن تي بحث ڪرڻ کانپوءِ اسان هاڻي انهي قديم دؤر جي ماڻهن جي عام زندگي تي هڪ مثاچري نظر وجهنداسين، ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ انهن جو پهريون معاشي ذريعو زراعت هئي، ڪڻڪ، جَوَ ۽ ڪپهہ پوکي ويندي هئي، چوپايو مال پاليو ويندو هو ۽ هاٿين ۽ گهوڙن جو بہ عام استعمال ٿيندو هو، پڪ سان هاٿين گهوڙن کي هيرائي سکيا ڏئي اهي ماڻهو صنعت ۽ حرفت ۽ واپار ۾ ڪم آڻيندا هئا، ڦيٿن واري گاڏي جا نڪر ۽ ڏاتو وارا نمونا جيڪي موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان مليا آهن، ان مان اسان اهو نتيجو صحيح طور تي ڪڍي سگهون ٿا تہ اهي ماڻهو انهن گاڏين ۾ گهوڙا ۽ ٻيا جانور جوٽي انهن کي روزاني زندگي جي ڪمن ۾ آڻيندا هئا. انهي آڳاٽي دؤر جا شهر سهڻا هئا، بازار عمدا هئا، نيڪال جو سرشتو بهتر هو، پبلڪ ۽ پرائيوٽ حمام موجود هئا، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ شهري تنظيم اعليٰ درجي تي هئي، اوزارن ۾ سِرون، گارو ۽ چن جو استعمال ٿيندو هو، جڏهن تہ درين، دروازن ۽ ڇتين ۾ ڪاٺ استعمال ڪيو ويندو هو، شايد ان وقت پٿر جو عمارتن ۾ استعمال ختم ٿي چڪو هو.

## سنڌو ماٿري واسي جو پرپاسي جي ملڪن سان گهرو تعلق:

سنڌو ماٿري جي ماڻهن جي سماجي ۽ اقتصادي زندگي جون عام خاصيتون ان زماني جي سميري ۽ عراق، عرب جي تهذيب سان گهري هڪجهڙائي رکن ٿيون، مثال طور ڪنيارن جو چڪ، ٽانون لاءِ ڏاتوئن جو استعمال، عمارتن لاءِ پڪين سرن جو رواج، باقاعده شهرن جي عام زندگي صنعت ۽ هنر جي عام ترقي، ڪڻڪ، جَوَ وغيره جي عام پوک، لکت لاءِ تصويرن جو استعمال وغيره اهي سموريون ڳالهيون انهن ٽنهي ملڪن جي تهذيب ۾ هڪ جهڙيون ڏنيون ويون آهن، شاهدين جو جيڪو ڍڳ اسان جي سامهون آهي ان سان اسان وٽ شڪ نٿو رهي تہ سنڌ جو تمدن عراق، عرب ۽ سوميري تمدن جو همعصر هو، ان کان علاوه ڪجهہ اهڙيون مهرون

ايلام ۽ عراق عرب مان مليون آهن جن مان اهو پتو پوي ٿو تہ پنج هزار سال اڳ انهن ملڪن جي وچ ۾ واپاري اتحاد وارو رابطو قائم هو.

## سنڌو ماٿري جي تهذيب جي ڄمار:

سنڌو ماٿري جي تهذيب جي ڄمار جي باري ۾ اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ اها رهڻي ڪهڻي جيئن تہ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي مليل شين مان ظاهر ٿيو آهي، افراسين (Afrasian) رهڻي ڪهڻي جي دؤر جي آهي، افراسين تهذيب جو زمانو چار هزار سال قبل مسيح جو آهي، انهي بنياد تي سنڌو ماٿري مان مليل شين جي ڳڻ ڳوت ڪري ماهرن سنڌو ماٿري جي رهڻي ڪهڻي جي تاريخ ٽي هزار سال قبل مسيح مقرر ڪئي آهي.

## هن پراڻي تهذيب جا باني:

هن آڳاٽي تهذيب جا باني ڪير هئا ۽ ان کي پوءِ حاصل ڪرڻ وارا ڪير هئا، ان معاملي تي رڳو اندازا لڳائي سگهجن ٿا ۽ ان ڳالهہ جو جواب يقين سان ڏيڻ سولو ڪونهي، سرجان مارشل جو خيال آهي تہ اها پري پري تائين پکڙيل تهذيب انهن درياهن جو نتيجو هئي، جن جي ڪنارن تي اها پکڙيل هئي، روم سمنڊ جي اوپر ندي ڪناري کان وٺي پنجاب تائين هڪ ئي قسم جي تهذيب ملي ٿي ۽ اها تهذيب انهن وڏن وڏن درياهن سان گڏ گڏ جيڪي انهن وسيع حصن کي آباد ڪن ٿا ترقي ڪندي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، مصر جي تهذيب نيل ندي جي ماٿري ۾ پيدا ٿي ۽ وڌي ويجهي ۽ عراق عرب جي تهذيب دجلہ درياهہ ۽ فرات جي ڪنارن تي وڌي ۽ اولهہ فارس جي تهذيب "ڪارون" درياهہ جي ڪنارن تي واڌ ڪئي، هلمند ندي بلوچستان جي تهذيب جي تربيت ڪئي ۽ سنڌو درياهہ جي ماٿري هن تهذيب کي پيدا ڪيو جيڪو اسان جي هاڻوڪي تهذيب جو موضوع آهي، سرجان مارشل لکي ٿو تہ اها ڳالهہ عجب جهڙي ناهي تہ ايندڙ وقت ۾ ليندڙ شيون ظاهر ڪري ڇڏين تہ وچ ايشيا ۾ جيحون درياهہ ۽ سيحون جي ماٿري ۽ هندستان ۾ گنگا ۽ جمنا ندي جي ماٿري بہ ڪنهن دور ۾ انساني تهذيب جا مرڪز هئا ۽ هڪ ئي مقصد ۽ منزل ڏانهن ترقي ڪري رهيا هئا.

## باب ارڙهون

# سنڌو ماٿري جي ماڻهن جو نسل

سنڌو ماٿري ۾ رهندڙ قديم زماني وارا اهي ماڻهو ڪير هئا، ان سوال جي جواب ۾ ڪيترائي نظريا آهن، ڪن ليکڪن اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته سنڌ جي تهذيب آرين جي ويدڪ تهذيب کي ظاهر ڪري ٿي، ڪن جو رايو آهي ته هي سوميري تهذيب آهي ۽ اهي سنڌ جي رهواسين کي سوميري ۽ دراوڙن جي نسل مان سمجهن ٿا، پر هيل تائين ڪا به نج ثابتي انهي مسئلي تي روشني ناهي وجهي سگهي.

### تاريخ جي شاهدي:

انساني تاريخ پنج هزار سال اڳ واري دؤر ۾ رهندڙ مختلف قومن جي ماڻهن جي وچ ۾ ڳانڍاپو معلوم ڪرڻ کان لاچار آهي، انساني نشانيون جيڪي اڄ تائين موهن جي دڙي مان مليون آهن، اهي پندرهن کوپڙيون آهن، جن جو مطالعو Antheopology جي عالمن ڪيو آهي، اهي کوپڙيون چار مختلف قسم ڀڏائن ٿيون، پهرين قسم ۾ اهڙيون کوپڙيون آهن، جيڪي عراق، عرب مان مليل کوپڙين سان هڪجهڙائي رکن ٿيون ۽ جيڪي ڏکڻ هندستان جي (Zinnevelly) ضلعي ۾ به مليون آهن ۽ لنڪا جي ”ديد اها“ ماڻهن جي کوپڙين سان به گهڻين ڳالهين ۾ ملندڙ جلندڙ آهن، ٻئي قسم ۾ ڇهه کوپڙيون آهن، اهي به پهرين ئي قسم وانگر آهن پر انهن ۾ پهرين قسم جي ڀيٽ ۾ دماغي سختي گهٽ ڀانئجي ٿي، اهي انهن ڪجهه کوپڙين سان جيڪي ترڪستان، راٿنا ۽ سيالڪوٽ (پنجاب) ۾ مليون آهن، هڪجهڙائي رکن ٿيون، ٽيون قسم منگولوالپائن آهي، جن جو رڳو هڪ نمونو اسان کي مليو آهي، چوٿين قسم جا مختلف چار نمونا اسان کي مليا آهن ۽ ماهر انهن کي الپائن قسم جو سمجهن ٿا. مٿي جاڻايل تحقيق کي اڳيان رکندي اهو چوڻ اجايو ڪونه ٿيندو ته اها شاهدي ڪمزور آهي ۽ انهي بنياد تي پوري پڪ سان نٿو چئي سگهجي ته سنڌو ماٿري جا ماڻهو فلاڻي يا فلاڻي نسل مان هئا.

## ٻتن ۾ مجسمن جي شاهدي:

ماڻهن جي ٻتن مان به سنڌو ماٿري جي رهواسين جي منهن مهانڊي بابت ڪمزور ئي سهي پر شاهدي ملي ٿي، هيل تائين ٻتن جا رڳو نو ٽڪر موهن جي دڙي مان ڪوٺي ڪڍيا ويا آهن، انهن مان رڳو چار مٿا انساني شڪل جا آهن ۽ اهي به ڀڳل ڀُريل حالت ۾ آهن، انهن جون اکيون ڏِگهيون ۽ اڌ کليل ڏسجن ٿيون، ميڪي صاحب جو خيال آهي ته اهي منگول نسل مان ڪونه آهن، اهوئي صاحب لکي ٿو ته نڪ سهڻو ۽ وچولو آهي ۽ ڊيٖل نرڙ کان سڌو وڌيل آهي، وات به وچولو آهي، پر چپ ڪافي ٿلها آهن، اتي ٻتن جي ٻي هانئي هن طرح آهي، ڳچي مضبوط ننڍي ۽ ٿلهي آهي، ڳلن جا هڏا ڊيٖل آهن، اهي چار ٻت مختلف مٿن جو نمونو آهن پر اهڙين شاهدين جي بنياد تي اسان ڪنهن اعتبار جوڳي نتيجي تي نٿا پهچي سگهون، ٻتن ٺاهڻ/ گهڙڻ جو فن ان زماني ۾ ايترو اڳڀرو ۽ اڏورو هو جو هڪ ٻت ٺاهيندڙ سٺي شڪل، عضون جو تناسب ۽ منهن مهانڊو درست نموني نه پئي جوڙي سگهيو.

## گڏيل آبادي:

انهي انساني تاريخ جي ڪمزور شاهدي مان اسان رڳو هڪ ئي نتيجو ڪڍي سگهون ٿا، اهو هي آهي ته موهن جي دڙي جي آبادي گڏيل هئي، سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ ڪي ڏسندي جيڪا سمنڊ جي ويجهو آهي ۽ خشڪي جي لحاظ کان اها ايشيا جي اتر ۾ آهي، اسان چئي سگهون ٿا ته عراق عرب وانگر هي علائقو به مختلف قسم جي ماڻهن جي ملڻ جو مرڪز هو پر بهرحال سنڌ جي اصلوڪن رهاڪن جو تعداد گهڻو هوندو.

## دراوڙ ۽ سوميري هڪڙي ئي نسل مان آهن:

پيهر ان سوال تي غور ڪندي ته ڇا جنهن دؤر جو ذڪر اسان ڪري رهيا آهيون، ان وقت سنڌ جا رهواسي دراوڙ نسل جا هئا يا آريا، اسان کي هڪ نظرئي تي غور ڪرڻو پوندو، جيڪو موهن جي دڙي ۾

هڙاپا جي کوٽائي کان گهڻو اڳ پيش ڪيو ويو هو، هن نظرئي مطابق سوميري، عراق عرب جي اوپر ۾ رهندا هئا ۽ دراوڙ لوڪ ۽ سوميري هڪڙي ئي نسل جا تصور ڪيا ويندا آهن ۽ نسلن ۽ ٻولين تي غور ڪندي اهو ٻه مڃيو ويو آهي تہ دراوڙ ماڻهو سموري هندستان ۾ جنهن ۾ پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان ٻه شامل هئا، آباد هئا. دراوڙ ماڻهن جي ٻولي اڄ ٻه بلوچستان ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، ان کانسواءِ موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي کوٽائي مان جيڪي يادگار ۽ ڄاڻ ملي آهي، اهي انهن شين سان مشابهت رکن ٿيون، جيڪي عراق عرب جي پراڻن کنڊرن مان مليون آهن.

## اينترا پالاجي جي ماهرن جو رايو:

سوميري ماڻهن بابت اينترا پالاجي جي ماهرن جا مختلف رايا آهن، ڪن ماڻهن جو رايو آهي تہ سوميري هاڻوڪي عرب ۽ عراق جي رهواسين وانگر وڏي دماغي قوت رکندا هئا پر پين جي راءِ ان جي ابتڙ آهي، اهڙي طرح ضروري ڪونهي تہ هاڻوڪا دراوڙ ئي اهي دراوڙ هجن، جيڪي اڄ کان پنج هزار سال پهرين آباد هئا. اها ڳالهہ عقل ۾ اچڻ جهڙي آهي تہ گذريل پنج هزار سالن ۾ هندستان جي رهواسين سان رشتا ناتا ٿيڻ ۾ پراڻي قوم ۾ ڪافي تبديلي اچي وئي هجي.

بلوچستان جا براهوي ماڻهو جيتوڻيڪ دراوڙ ماڻهن جي ٻولي ڳالهائن ٿا پر پوءِ ٻه پوري طرح تي ايراني ثابت ٿيا آهن، ان ڪري جيستائين اسان وٽ ڪو ثبوت ڪونهي، اسان کي سوميري تصور ڪرڻ ڏکيو ٿو ڏسڻ ۾ اچي.

# باب اوڻيهون

## سنڌو ماٿري جي تهذيب جا باني

اهو سوال اڃا تائين حل ناهي ٿي سگهيو تہ ڇا سنڌو ماٿري جي تهذيب جا باني آريا هئا يا ڪا ٻي قوم هئي، هتي بہ اسان ڪي اهڙيون ئي ڏکيائي سامهون اچي ٿي ۽ اسان پڪ سان ڪجهہ بہ نٿا چئي سگهون.

### ويدڪ تهذيب ۽ سنڌ جي تهذيب

هاڻي اسان ويدڪ ۽ سنڌ جي تهذيب جي ڀيٽ ڪريون ٿا ۽ معلوم ڪريون ٿا تہ ڇا انهن ۾ ڪا هڪجهڙائي آهي يا نہ، رگ ويد جي زماني جا آريا پوڪي ڪندا هئا، اهڙي طرح سنڌ جا ماڻهو بہ پوکي ڪندا هئا، آريا ماڻهو ڪپڙو اُڻڻ ڄاڻندا هئا تہ سنڌ جا ماڻهو بہ ڄاڻندا هئا، آريا ماڻهن جي پوشاڪ پائڻ جو اهو ئي طريقو هو جيڪو سنڌ جي ماڻهن ۾ رائج هو، جنهن ڪي اُپويت طريقي جو نالو ڏنو ويندو آهي ۽ موهن جي دڙي مان مليل ٻن بتن مان انهي ڳالهہ جي تصديق ٿئي ٿي، آريالوڪ ڌاتوئن جو استعمال ڄاڻندا هئا ۽ سنڌ جا ماڻهو بہ. آريالوڪ مردن کي ساڙيندا هئا ۽ سنڌ جا ماڻهو بہ ائين ڪندا هئا.

ايتري تائين تہ انهن ۾ هڪجهڙائي آهي، پر ڪن مامرن ۾ گهڻو فرق آهي، رگ ويد جي زماني ۾ آريالوڪ جنگ ۾ پنهنجي حفاظت لاءِ زرهہ بڪتر پائيندا هئا پر سنڌ جي ماٿري مان مليل شين ۾ حفاظتي هٿيارن مثال طور لوهي ٽوپلي زرهہ بڪتر وغيره جو نالو نشان بہ ڪونهي مليو، سنڌ جا ماڻهو گُرز کي حملي ڪرڻ لاءِ هٿيار طور استعمال ڪندا هئا پر رگ ويد ۾ ان جو ڪو ذڪر ڪونهي، سون، ٽامو ۽ پتل جي ڌاتوئن جو استعمال يجر ويد ۽ اٿر ويد جي ماڻهن ۾ رائج هو پر سنڌ جي ماڻهن ۾ سون جي ڀيٽ ۾ چاندي جو استعمال عام هو، ويدن جي دؤر ۾ گهوڙو وڏو ڪم ڏيندو هو پر سنڌ جا ماڻهو گهوڙي جي نالي کان بہ اڻ واقف هئا، ويدن جي زماني جا آريا ڳئون جي وڏي عزت ڪندا هئا، پر سنڌ ۾ ان جي بدران ڏاند ۽ مينهن جي اهميت وڌيڪ هئي، هندستانين

وٽ ڳئون کي وڏيڪ پيارو ۽ اهم سمجهيو ويندو آهي. ان بابت ميڪي صاحب لکن ٿا تہ وڏي تعداد ۾ مهرن ۽ ٽامي جي ٽڪرن تي پالتو جانورن جون تصويرون آهن، جيتوڻيڪ اهي سٺيون ناهن نهيل ۽ اهو ڪاريگرن جي ڪمزور هنر جي ڪري آهي، پر سٺيون نهيل تصويرون نر جانورن جون آهن ۽ اها ڳالهہ باقي جانورن مثال طور مينهن، گينڊي، ٻڪري وغيره جي تصويرن ۾ ڏني وئي آهي. ڳئون جيتوڻيڪ پيلاري سمجهي وڃي ٿي پر پوءِ بہ ان جي تصوير ڏسڻ ۾ نٿي اچي ۽ نہ ئي وري پٿرن تي اڪريل ڏسڻ ۾ آئي آهي. سڱن جي هجڻ سان اهي تصويرون سانَ جون تصويرون لڳن ٿيون، ويدن ۾ شينهن جو ذڪر ڪونهي پر هاٿي جو ذڪر ڪٿي ڪٿي اچي ٿو پر سنڌو ماٿري ۾ ان زماني ۾ شينهن ۽ هاٿي ٻئي عام جانور هئا.

ويدڪ ماڻهو مذهب جي لحاظ کان بت پرست ڪونہ هئا پر موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي ماڻهن ۾ بت پرستي رائج هئي، ان ڪانسواءِ جيتري اهميت عورتن کي سنڌ جي رهواسين ڏني هئي ويدڪ زماني ۾ نٿي ڏني وڃي، ويدڪ دور ۾ ديوتائن جي پوڄا ٿيندي هئي، پر سنڌ ۾ شيو جي ۽ ماتا ديوي جي. آريا ماڻهن جي پوڄا ۾ باهہ ضروري هئي، پر اسان کي موهن جي دڙو جي گهرن ۾ باهہ جي ڪڏن جو نشان بہ ڪونهي مليو، ان ڪري اسان مجموعي طور تي چئي سگهون ٿا تہ انهن ماڻهن جي راءِ صحيح آهي، جيڪي چون ٿا تہ آريا تهذيب ۽ سنڌ جي ماڻهن جي تهذيب ۾ ڪو بہ ڳانڍاپو ڪونهي.

## ٻنهي مان اڳاٽي تهذيب ڪهڙي آهي:

ان سوال جو جواب تمام ڏکيو آهي ۽ پڪ سان ڪجهہ بہ نٿو چئي سگهجي تہ انهن تهذيبن مان ڪهڙي اڳاٽي آهي، سنڌو ماٿري جي تهذيب يا رگ ويد جي تهذيب جون ڪجهہ خاصيتون مثال طور زرهہ بڪتر جو استعمال ۽ گهوڙن جو جنگ ۽ آرين جي روزاني زندگي ۾ استعمال ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ آرين تهذيب سنڌ جي تهذيب کان اڳاٽي ڪانهي، هاڻي اهو سوال پيدا ٿو ٿئي تہ ڇا آرين تهذيب ۽ سنڌ جي تهذيب جو وچ وارو حصو وڏيڪ هو يا ٿورو، اهو خيال وڏيڪ صحيح ٿو لڳي تہ آريا هندستان ۾ ٻہ هزار سال قبل مسيح ۾ پهتا ۽ ان ڪري انهن ٻنهي تهذيبن ۾ ڪافي عرصي جو فرق هوندو.

## تاريخي ماڳ ڏسڻ وٽان آهن:

هن ڪتابڙي ڇپجڻ ڪانپوءِ منهنجو اهو اندازو آهي تہ اوهان مان ڪن صاحبن جي دلين ۾ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جا ڪنڊر ۽ اتي جي شين ڏسڻ جو شوق پيدا ٿي وڃي، اهي شيون واقعي ڏسڻ جهڙيون آهن، مون کي اميد آهي تہ لڏل شين کي ڏسي پنجاب ۽ سنڌ جي اڳاٽي تهذيب ۽ رهڻي ڪهڻي جي باري ۾ اوهان پاڻ پنهنجي راءِ قائم ڪري سگهندؤ ۽ دماغي ۽ روحاني تربيت بہ حاصل ڪري سگهندؤ.

# سنڌو ماٿري تهذيب جي ارتقا

طاهر سعيد

انساني تاريخ ۾ پٿر جي دؤر جي ماڻهن جو گذر سفر گهڻو تڻو شڪار تي هوندو هو، ان ڪري اهي جانورن جو گوشت شڪار ڪانپوءِ پٿر جي اوزارن جي ذريعي تمام سولائي سان وڍي ٽڪي غذا طور واپرائيندا هئا، انهي دؤر ۾ ماڻهو ننڍين ٽولن ۾ رهندا هئا، آهستي آهستي انساني آبادي ۾ واڌ سان گڏوگڏ اهي ٽولا ڏاڪي بہ ڏاڪي وڏين وڏين وسنديس جي شڪل وٺندا ويا، جن پنهنجي بچاءَ لاءِ گهر جوڙڻ سميت پوکي جي سمجهہ بہ حاصل ڪري ورتي ۽ جانورن کي ڌارڻ جو ڪم بہ شروع ڪيو، وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ماڻهو ٺڪر جي ٿانون ۽ ڌتي جي پوک ڪانپوءِ ڪپڙو اڻڻ جو هنر بہ سکي ورتو، اهو سمورو ارتقا وارو سفر هزارين ورهين تي پکڙيل آهي، جنهن جو چٽو ثبوت اسان کي سنڌو ماٿري ۽ ان جي پرپاسي وارن علائقن ۾ هنڌين ماڳين ملندو، موهن جو دڙو، مهر ڳڙهہ کان وٺي هڙاپا تائين ٿيل کوٽائين تهذيب جي ارتقا کي سمجهڻ ۾ اسان جي مدد ڪئي آهي. سنڌو ماٿري جي تهذيب جي خاتمي ڪانپوءِ آريا تهذيب هن مٿان پنهنجا اثر وڌا، آرين جو اصل ديس خوارزم ۽ بخارا هو، انهي دؤر کي گنڌارا قبرستاني ثقافت جو نالو ڏنو ويو آهي، جنهن جا آثار، پشاور، سوات، ڊير، هٿيال، چولستان ۽ پيري جي ماڳن تي پڌرا مليا آهن، اهي سمورا آثار پندرنهن صدي قبل مسيح کان انين صدي قبل مسيح جي دؤر سان تعلق رکن ٿا، انهن آثارن ۾ خاص ڳالهہ اها آهي جو اتي ماڻهن جي دفن جو طريقو هو جو لاشن کي ٺڪر جي ڊگهن ۽ غير لچڪدار تابوتن ۾ دفن ڪيو ويندو هو، ٺڪر جا اهي تابوت مختلف ماپن جا مليا آهن، جن مان گهڻن جو رنگ ڳاڙهو آهي، انهن تابوتن ۾ لاش سان گڏ گهرو استعمال جون شيون بہ رکيل مليون آهن، جنهن مان انهي تهذيب بابت گهڻي ڄاڻ ملي آهي.

سنڌو ماٿري جي تهذيب ليجڻ کان اڳ عام طور اهو سمجهيو ويندو هو تہ هن علائقي ۾ تهذيب کان اڳ هتي جا ماڻهو غير مهذب ۽

وحشي هئا، پر جڏهن 1922ع ۾ هي تهذيب ملي تہ اهو ثابت ٿي ويو تہ هتي آرين جي اچڻ کان اڳ بہ هڪ قوم آباد هئي ۽ هي علائقو هڪ عاليشان تهذيب ۽ ثقافت جو مرڪز هو. موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي دريافت کان پهرين دجلا، فرات ۽ نيل وادين جي تذيبن کي سڌريل ۽ جهونو تصور ڪيو ويندو هو، پر هاڻي سمورو جڳ اهڙي تهذيب روشناس ٿي چڪي آهي، جنهن جا ماڻهو پنهنجي وقت ۾ اڏاوت جي فن ۽ شهري رٿابندي جا چڱا ماهر، صنعت ۽ حرفت ۾ بي مثال ڪاريگر، ٻولي ۽ ان جي لپي جا ڏاڻي ۽ هڪ منظم سماجي زندگي تي هلندڙ سماج جا ماڻهو هئا.

1922ع ۾ آ-جي بينرجي ۽ ٻين آثار قديم جي ماهرن جي ٽيم ضلع لاڙڪاڻي ۾ ٻڌ جي دؤر جي هڪ اسٽوپا جي ڳولا ۾ لڳل هئي تہ انهي ڪم هلندي انهن کي هڪ اهڙي مهر ملي جنهن سان ملندڙ جلندڙ مهرون هن کان اڳ 1921ع ۾ ڊي آر ساهني جي نگراني هيٺ هڙاپا ضلعي ساهيوال مان مليون هيون، جيتوڻيڪ هن قسم جي مهرن جي دريافت ۽ انهن بابت معلومات گهڻو اڳ 1875ع ۾ سر اليگزنڊر ڪنگهم ڊائريڪٽر جنرل آثار قديمہ فراهم ڪري چڏي هئي، پر سرمائي جي کوٽ ۽ ماهرن جي کوٽ سبب انهي پاسي ڪو خاص ڌيان نہ ڏنو ويو، پر جڏهن انهن مهرن جو وڏو انگ لڌو ويو تہ وڏي پئماني تي تحقيق ۽ جستجو جي شروعات ٿي وئي، اهڙي طرح جڏهن موهن جو دڙو ۽ هڙاپا مان ملندڙ انهن شين کي گڏ ڪيو ويو تہ خبر پئي تہ هي آثار هڪ نهايت سڌريل تهذيب سان ڳانڍاپو رکن ٿا، سر جان مارشل جيڪو ان وقت ڊائريڪٽر آثار قديمہ هو، هن پنهنجي نگراني هيٺ وڏي پئماني تي کوٽاين جو ڪم شروع ڪيو، جيڪو 1927ع تائين جاري رهيو، سر جان مارشل کانپوءِ ۽ 1928ع کان 1931ع تائين اي جي ميڪي جي نگراني هيٺ موهن جي دڙي تي تحقيق لاءِ پيهر کوٽائي جي شروعات ٿي.

موهن جي دڙي ۾ 1979ع کان 1986ع تائين جرمني جي ڊاڪٽر مائيڪل جانسن جي نگراني هيٺ هڪ ٽولي جديد سائنسي طريقي سان تحقيق ڪئي ۽ مليل آثارن ۽ شاهدين جي نئين سر رٿابندي ڪئي.

هيل تائين ٿيل کوٽاين جي نتيجي ۾ جيڪي موهن جي دڙي مان تمام گهڻو قيمتي اثاثو مليو آهي، جنهن جي مدد سان آثار قديمه جي ماهرن کي هن تهذيب بابت قيمتي ڄاڻ ملي آهي.

## موهن جي دڙي جا ماڻهو

موهن جي دڙي مان مليل نوادرات ڏسي هر ماڻهو اهو سوچڻ تي مجبور ٿئي ٿو ته اهي ڪير هئا ۽ ڪٿان آيا هئا، ان تي اڃا تائين ماهر جانچ ڪري رهيا آهن پر اڃان تائين ڪنهن نتيجي تي نه پهتا آهن، ان جو بنيادي ڪارڻ اهو آهي جو موهن جي دڙي جي ٻولي اڃا تائين پڙهجي ڪانه سگهي آهي، سرجان مارشل، اي جي ميڪي مطابق موهن جي دڙي جا ماڻهو ڪنهن هڪ نسل سان تعلق نٿا رکن پر اهي ماڻهو آسٽريليائي، رومي، اسپيني ۽ منگول نسل سان لاڳاپو رکن ٿا، اها راءِ انهن هتان مليل ڍانچن جي خدوخال تي تحقيق ڪرڻ ڪانپوءِ ڏني آهي پر ڪجهه ماهرن جي راءِ ۾ هتان جا ماڻهو دراوڙ، بروهي يا پوءِ سيري نسل جا رهواسي هئا، پر اڃا ان تي تحقيق ٿيڻ جي ضرورت آهي، سنڌو ماٿري جي تهذيب ڄاڪاڻ ته آريا قوم کان اڳ جي تهذيب آهي، ان ڪري اتي جي رهواسين کي آريو چوڻ بلڪل غلط آهي، اهي ڪير به هئا ۽ ڪنهن به نسل يا خطي سان لاڳاپو رکندا هئا پر اهو به چيو وڃي ٿو ته اهي هتي آباد ٿيڻ کان پهرين ڪوئٽيجي ۽ بلوچستان جي مختلف علائقن ۾ رهيا هئا، جنهن جا چٽا ثبوت اسان کي ڪيترين ئي جاين تان مليا آهن.

## موهن جي دڙي جون ڪجهه اهم خاصيتون

بنيادي طور تي موهن جي دڙي جي آثار قديمه کي مٿئين ۽ هيٺين حصي ۾ ورهائي سگهجي ٿو، مٿيون حصو قلعي بند شهر تي ٻڌل آهي ۽ اوله ۾ واقع آهي، جنهن ۾ ٻڌمت جي ڏؤر جو نل (اسٽوپا)، وڏو حوض، درسگاهه ۽ ٻيون عمارتون شامل آهن، جڏهن ته هيٺيون حصو جيڪو اوڀر پاسي آهي ان ۾ اڻ ڳڻيا رهائشي گهر، ڪاروباري مرڪز ۽

پيون عمارتون شامل آهن، موهن جي دڙي جي باشعور ۽ منظم شهرين پنهنجي بچاءَ جي لاءِ رهائشي آبادي جي چئوطرف هڪ مضبوط پٽ ناهي هئي، اها پٽ 15 ميٽرن تائين بلند هئي، جيڪي اتر-ڏکڻ 457 ميٽر ڊگهي ۽ اوڀر-اولهه 274 ميٽر ڊگهي هئي، اهڙي ئي پٽ جا آثار هڙاپا مان بہ مليا آهن، جنهن مان پتو پوي ٿو تہ هي ماڻهو حفاظتي اصولن تي پوري طرح عمل ڪندا هئا، موهن جي دڙي جي ماڻهن دڙي جون اهي خاصيتون جيڪي ڪين ان دؤر جي ٻين تهذيبن کان متيرو ڪن ٿيون، اهي آهن هن جي تعمير جو فن، موهن جي دڙي جي ڪجهہ خاص عمارتن جو اسان جائزو وٺنداسين، جنهن مان خبر پوندي تہ موهن جي دڙي جا ماڻهو اڄ کان پنج هزار ورهيہ اڳ ڪيترا ترقي يافتہ هئا.

موهن جي دڙي جون سموريون عمارتون پوءِ ڀلي اهي گهر هجن يا مذهبي سرڪاري عمارتون هجن، سموريون هڪ رٿابندي هيٺ جوڙيون ويون هيون، موهن جي دڙي مان هيل تائين جيڪي عمارتون مليون آهن، اهي ٽن قسمن جون آهن، هڪ رهڻ لاءِ گهر، ٻيون وڏيون وڏيون مذهبي يا سرڪاري عمارتون، ٽيون ڊار ڊار قسم جون عمارتون، جهڙوڪ ۔ حام، وهنجڻ جون جايون وغيرہ انهن عمارتن جي اڏاوت ۾ پڪل، ڪچيون سرون تمام سهڻي نموني استعمال ڪيون ويون آهن، انهن سرن جي سائز 27.92X13 ,97X5.75 سينٽي ميٽر آهي، موهن جي دڙي جا گهر جتوڻيڪ سادا تعمير ٿيل آهن پر انهن جي تعمير ۾ ان ڳالهہ جو خيال رکيو ويو آهي تہ اهي آرام ده ۽ پائدار هجن. موهن جي دڙي مان لڳ ڀڳ ٽي سئو مختلف عمارتون مليون آهن، جن جي اڏاوت ۾ هزارين سرون ڪتب آيون آهن، گهرن جو پيڙهيون اڄ جيان اونهيون کوٽيون ونديون هيون تہ جيئن عمارت جي پختي برقرار رهي، موهن جي دڙي ۾ عما ماڻهن جا گهہ گهٽ ۾ گهٽ ٻن ڪمرن تي ٻڌل هئا. جڏهن تہ هتي چئن ۽ پنجن ڪمرن تي ٻڌل گهر بہ مليا آهن، سمورين رهائشي عمارتن ۾ زندگي جي ضرورتن مثال طور وهنجڻ جي جاين، رڌڻن، ٿلهي جو خيال رکيو ويو آهي ۽ اهي سهولتون موجود هيون ڪن گهرن جي فرش پڪين سرن جو نهيل هو ڪن گهرن ۾ زمين جي تہ خانا بہ مليا آهن،

جن ۾ سج جي روشني ۽ تازي هوا جو بندوبست ڪيو ويو آهي، انهن سمورين ڳالهين مان پتو پوي ٿو تہ موهن جي دڙي جا ماڻهو اعلىٰ تعميراتي صلاحيتن جا ڌڻي هئا، ان ڪانسواءِ اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ اهي سٺي ذوق جا مالڪ هئا، عام طرح رهائش وارا گهر هڪ ماڙ هئا. ڪٿي ڪٿي ٻماڙ گهر بہ مليا آهن، مٿئين ماڙ تي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻيون ناهيون ويون هيون ۽ ڇتين جي مضبوطي جو پورو پورو خيال رکيو ويو هو.

رهائشي گهرن ڪانسواءِ ڪجھ وڏين ويڪرين عمارتن جا آثار بہ مليا آهن، جن بابت پڪ سان ڪجھ نٿو چئي سگهجي، عام طور تي اهو سمجهيو وڃي ٿو تہ اهي عمارتون وڏن ماڻهن جا محل آهن يا وري ڌرمي پوڄا گهر يا وري پاڻ ۾ گڏجي ويهڻ جون جايون، جتي ويهي سماجي مسئلا حل ڪيا ويندا هئا. اهڙي ئي وڏي ۽ ڪشادي گهر کي ”پرو هت جي گهر“ سان ڀيٽ ڏني وئي آهي، جيڪو بہ ماڙهو ۽ ان جي اندر بہ کوھ کوٽيل هئا.

## استوپا

استوپا بنيادي طرح ٻڌ ڌرم جي مذهبي عبادتگاھ چورائي ٿي، جنهن ۾ هن ڌرم کي مڃيندڙ پنهنجي عبادت ۽ رياضت ڪندا هئا. اهڙو ئي هڪ استوپا موهن جي دڙي مان بہ مليو آهي، هن استوپا جو مٿيون حصو يعني گنبذ جيتوڻيڪ پوري ريت ڍهي چڪو آهي پر تنهن هوندي بہ مٿاهين هنڌ اڏيل هجڻ ڪري اهو پري کان ئي ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جيڪو زمين جي سطح کان 21 ميٽر مٿانهون آهي، استوپا جي کوٽائي مان ٻڌ جي مورتين جا ڪجھ ٽڪرا ۽ سڪا پڻ مليا آهن، اهو استوپا عالمي سطح تي موهن جي دڙي جي سڃاڻپ جو هڪ اهڃاڻ بڻجي چڪو آهي.

## اناج جا گدام

موهن جي دڙي مان هڪ اهڙي عمارت جا آثار مليا آهن، جنهن جي باري ۾ سمجهيو وڃي ٿو تہ اهو هڪ اناج جو گدام هو، جنهن ۾ اناج جو ذخيرو گڏ ڪيو ويندو هو. اهڙي قسم جو هڪ گدام هڙاپا ۾ بہ مليو

آهي، اهڙن گدامن جي هجڻ مان اها پروڙ پوي ٿي تہ هتي اناج پنڊار ڪري ماڻهن کي گهرج وقت مهيا ڪيو ويندو هو ۽ اهو اناج ڏورانهن علائقن ۾ بہ موڪليو ويندو هو، اهو بہ سمجهيو ويندو آهي تہ هتي جا ماڻهو ڪٽڪ ۽ جَوَ جو پنڊار ان ڪري گڏ ڪري رکندا هئا تہ جيئن ڏڪار جي وقت استمال ڪري سگهجي، کوٽائي مان اها ڳالهہ ثابت ٿئي ٿي تہ هتي جا ماڻهو ڪٽڪ، جَوَ جي پوکي ڪندا هئا.

## وڏو حمام

موهن جي دڙي جا ماڻهو صفائي سترائي جا تمام گهڻا پابند هئا، ان ڳالهہ جو ثبوت اسان کي لڳ ڀڳ سمورن گهرن مان ملندڙ وهنجڻ جي ڪوٺين ۽ موهن جي دڙي جي وڏي حمام مان ملي ٿو، انهي وڏي حمام کي ڏکڻ ايشيا جو پهريون سوئمنگ پول چئجي تہ وڌاءُ ڪونہ ٿيندو. جنهن ۾ اهي سموريون خاصيتون مهيا ڪيون ويون هيون، جيڪي هڪ جديد سوئمنگ پول ۾ هجڻ گهرجن. حمام 11 ميٽر ڊگهو 7 ميٽر ويڪرو ۽ 2 ميٽر اونهو آهي، ان ۾ هيٺ لهڻ لاءِ باقاعدي ڏاڪڻيون ٺهيل آهن، اهڙي طرح حمام ۾ پاڻي پهچائڻ ۽ نيڪال لاءِ مڪمل انتظام موجود هو ۽ ان جي صفائي باقاعدگي سان ڪئي ويندي هئي تہ جيئن ڪنو پاڻي ۽ مٽي گڏ نہ ٿي وڃي، حمام جي پاسن ۾ ار- اولهہ ۽ اوپر طرف مختلف ڪمرا ۽ دالان تعمير ڪيا ويا هئا. ڏاڪڻي پاسي ۾ ڪجهہ وهنجڻ جي ڪوٺين جي جوڙ جڪ مان اندازو لڳايو ويو آهي تہ اهي شايد پروهت يا اميرن لاءِ اڏيا ويا هئا، جن جي ڊيگهہ 2.90 ميٽر ۽ ويڪر 1.86 ميٽر تائين آهي.

## درسگاهہ (يونيورسٽي)

موهن جي دڙي مان هڪ اهڙي عمارت بہ لڌي آهي، جنهن کي درسگاهہ سمجهيو پيو وڃي، عمارت جي ڊيگهہ 71.81 ميٽر جڏهن تہ ويڪر 23.90 ميٽرن تائين آهي، ان جي وڏي هجڻ مان پڌرو ٿئي ٿو تہ هن عمارت ۾ وڏي انگ ۾ ڪمرا جڙيل هئا، اهڙي طرح عمارت جي وڏي

ويڪر پڌرو ٿي ڪري ته عمارت يا ته ٻماڙ يا ٽماڙ هئي، انهي عمارت جي مُک دروازي مان اندر گهڙجي ٿو ته ماڻهو هڪ ايوان ۾ پهچي ٿو وڃي، جيڪو 6.9 ميٽر ڊگهو ۽ 1.33 ميٽر ويڪرو آهي، انهي ايوان جي ٽن پاسن ۾ ڪيترائي ڪمرا به اڏيا ويا هئا. اهڙي قسم جون عاليشان عمارتون رڳو موهن جي دڙي جي اهميت کي چٽو ڪن ٿيون ته اتي شهري زندگي جو مڪمل نمونو موجود هو، جڏهن ته اهڙي قسم جون چِٽادار عمارتون ڪنهن به ٻئي همعصرت مذهب ۾ نٿيون ملن.

**رستا ۽ گهٽيون**

موهن جي دڙي جا ماڻهو شهري زندگي گذاريندا هئا انهن وٽ شهري زندگي جي رٿابندي پنهنجي عروج تي هئي، جيڪا ان وقت ڪنهن به ٻاگي ۾ ظاهر ناهي ٿي سگهي، اهو ئي ڪارڻ آهي ته هزارين ورهيه گذرڻ ڪانپوءِ ڪوتائي ٿيڻ ڪانپوءِ شهر جا رستا ۽ گهٽيون اصل حالت ۾ موجود آهن، جيڪي ان دؤر جي اعليٰ بلدياتي رٿابندي جو نقشو پيش ڪن ٿيون. گهٽا رستا ويڪرا ناهيا ويا هئا ته جيئن اچ وڃ ۾ ڪا رنڊڪ نه پوي. رستن جي ويڪر اهو ٻڌائي ٿي ته هتي جا رهواسي اچ وڃ جي اهميت کان چڱي ريت آگاهه هئا. وڏو رستو لڳ ڀڳ ڏيڍ ڪلو ميٽر ڊگهو ۽ 9 ميٽر ويڪرو آهي. ان کان ننڍا رستا عام طور تي 2 کان 5 ميٽرن تائين جڏهن ته گهٽيون 2 کان 3 ميٽر ويڪريون آهن، رستا ۽ گهٽيون جيتوڻيڪ ڪچيون آهن پر اچ وڃ لاءِ نهايت مناسب محسوس ٿين ٿيون، انهن رستن ۽ گهٽين جي اهم خاصيت اها آهي ته اهي سموريون اتر-ڏکڻ ۽ اوڀر-اولهه نميل آهن ۽ هڪٻئي کي 90 ڊگري تي ڪاٽين ٿيون، انهن رستن ۽ گهٽين ۾ گهمندي ائين لڳندو آهي جڻ هي پنج هزار ورهيه پهرين نه پر هينئر ئي ناهيل آهن، جيڪي انهن ماڻهن جي صلاحيت جو جٽرو جاڳندو ثبوت فراهم ڪن ٿيون ۽ اج به اچ وڃ جو بهترين ذريعو آهن.

## گندي پاڻي جي نيڪال جو سرشتو

شهري زندگي جو تصور بلدياتي رٿابندي کانسواءِ ناممڪن نظر اچي ٿو، موهن جي دڙي جا ماڻهو ڇاڪاڻ تہ شهري زندگي گذاريندا هئا، ان ڪري انهن وٽ هڪ مڪمل بلدياتي سرشتو ڪم ڪري رهيو هو، موهن جي دڙي ۾ صفائي جي سرشتي کانسواءِ ڪتي پاڻي جي نيڪال جو سرشتو بہ قائم هو، جيڪو باقاعدي منظم طريقي سان هلي رهيو هو، گهرن مان ڪنو پاڻي ڪڍڻ لاءِ گهٽي جي ٻنهي پاسن کان ناليون ٺهيل هيون، جيڪي گندو پاڻي شهر کان ٻاهر پهچائي ڇڏينديون هيون، انهن نالين کي ڪليل ڪونہ ڇڏيو ويندو هو پر پٿر جي سرن سان ڍڪيو ويندو هو ۽ صفائي وقت انهن کي هٽائي صفائي ڪئي ويندي هئي، گهرن مان گندو پاڻي سڌو سنئون نالين ۾ ڪونہ ايندو هو پر پهرين هڪ حوض ۾ گڏ ٿيندو هو، جتي پاڻي موجود مٽي، مر ۽ پيو گند ڪچرو هيٺ ويهي ويندا هئا ۽ نئون صاف پاڻي وهي نالين مان گذري ويندو هو، حوض ٺاهڻ جو مقصد اهو هو تہ پاڻي سڌو سنئون نالين ۾ نہ وڃي جنهن سان انهن نالين جي بند ٿيڻ جو مسئلو پيدا ٿيندو.

جيڪي ماڻهو اهڙي طرح جا حوض نہ ٺهرائي سگهندا هئا اهي گهرن مان نڪرندڙ پاڻي جي هيٺان وڏا وڏا ٺڪر جا مٽ پوري ڇڏيندا هئا، جن جي ترن ۾ ننگ هوندا هئا ۽ پاڻي آهستي آهستي زمين ۾ جذب ٿيندو رهندو هو، حوض جي باقاعدي صفائي ڪئي ويندي هئي ۽ نالين جي حفاظت جو بہ جوڳو بندوبست موجود هو، گهٽي ۽ پاڙي جون ناليون شهر کان ٻاهر وڃي ختم ٿينديون هيون ۽ اهڙي طرح پاڻي جي نيڪال جو سرشتو چڱي نموني هلندو هو.

## کوهہ

صفائي ۽ سنائي لاءِ پاڻي جي ججهائي تمام ضروري آهي، موهن جي دڙي جي ماڻهن پاڻي جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ وڏي انگ ۾ کوهہ کوٽيا هئا. هتي جي لڳ ڀڳ هر گهر مان کوهہ مليو آهي، موهن جي دڙي مان هيل تائين لڌل کوهن جو انگ 67 آهي، هتي ڪي کوهہ اهڙا بہ

نهيل آهن جيڪي هڪ ئي وقت گهر جي اندر ۽ ٻاهر ٻہ استعمال ڪري سگهبا هئا. اهڙن کوهن مان ڪو ٻاهران پاڻي پرينندو هو تہ ڪا بہ بي پردگي ڪانہ ٿيندي هئي، ڇاڪاڻ تہ وچ ۾ هڪ پٽ ناهي ويندي هئي، جيڪا پردي جو ڪم ڪندي هئي، هن قسم جا کوهہ سنڌ توڙي پرپاسي جي پين خطن ۾ اڃا بہ ڳوٺن ۾ نظر اچن ٿا. گهرن ڪانسواءِ عام استمال ۽ پلائي لاءِ رستن ۽ گهٽين ۾ بہ کوهہ کوٽيا ويا هئا. اهي کوهہ جا پڪا نهيل هئا ۽ اڄ وانگر انهن جي شڪل گول هئي، انهن مان ڪن کوهن کي پري کان ڏسبو تہ لڳندو تہ ٽنيا پيٺا هجن، جڏهن تہ حقيقت ۾ اهي کوهہ آهن، جيڪي ٻماڙ گهرن لاءِ ناهيا ويا هئا تہ جيئن گهرن ۾ رهندڙن کي پاڻي پرڻ لاءِ هيٺ نہ لهڻو پوي.

# هڙاپا

محمد بهادر خان

هڙاپا جا کنڊر ساهيوال کان 27 ڪلو ميٽر ڏکڻ-اولهه ۾ آهن، هڙاپا جي کنڊرن جي ايراضي لڳ ڀڳ سوا سئو ايڪڙن تي آهي، هتي آڳاٽي زماني جو هڪ وڏو شهر هو، هن کي هڙاپا ڇو ٿا چون؟ انهي بابت آثارِ قديمه جي ماهرن جا ڌار ڌار رايا آهن، ايس ايم ويلر رگ ويد جي حوالي سان لکي ٿو ته هن جو پراڻو نالو "هري يوپا" هو، جيڪو پوءِ بگڙجي هڙاپا بڻجي ويو، اڄڪلهه اهو ئي نالو مشهور آهي، ڪن ماهرن جو رايو آهي ته هڙاپا پنجابي ٻولي جي لفظ هڙپ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "کائي وڃڻ" يا ڳهي وڃڻ، ڇاڪاڻ ته هن شهر مٿان تباهي آئي ۽ سمورو شهر تباهه ٿي ويو ته مقامي ماڻهن هن کي هڙپ (غرق ٿيل) چوڻ شروع ڪيو، جيڪو پوءِ هڙاپا بڻجي ويو.

## هڙاپا جي سنڌو ماٿري جي ٻين تهذيبن سان هڪجهڙائي

هڙاپا ۾ ڪافي شيون سنڌو ماٿري جي ٻين تهذيبن جهڙوڪ موهن جي دڙي، ڪوٽڏجي ۽ آمري سان هڪجهڙائي رکن ٿيون، انهن ۾ گهرو واهپي جون شيون آرٽ، رهڻي ڪهڻي جي پيٽ ڪئي وئي ته ڏٺو ويو ته موهن جو دڙو ڪوٽڏجي آمري جا ماڻهو به سنگ تراشي مجمسه ناهڻ، پٿر ۽ نڪر جي شيون ناهڻ ۾ هڙاپا جي ماڻهن وانگر ماهر هئا، لڳي ٿو ته انهن سمورن شهرن جي رهواسين جو هڪٻئي سان گهرو رابطو هو. هڙاپا جون عورتون به ڪوٽڏجي آمري موهن جي دڙي جي عورتن جيان پنهنجو پاڻ کي زيورن سان سينگاريندي هيون، ان کانسواءِ هڙاپا مان ملندڙ نڪر جي ٿانون جا نمونا جن ۾ پٿر جا اوزار جانورن جون مورتيون، نڪر جون ڏڳي گاڏيون، شطرنج جون ساريون نڪر جا انساني بت، نڪر جون چوڙيون ۽ سون ۾ به ڪافي شيون مليون آهن جيڪي سنڌو ماٿري جي ٻين تهذيبن سان هڪجهڙائي رکن ٿيون.

**مجسما ناهڻ جو فن:**

هڙاپا جي آثارن ۾ باقيات مان خبر پوي ٿي تہ ان وقت مجسما ناهڻ جو فن پنهنجي ڪمال عروج تي پهچي چڪو هو، مجسما ناهيندڙ وڏا ماهر ۽ اعليٰ پايي جا فنڪار هئا، اتان مليل نڪر جون عورتاڻيون مورتيون جن کي ڪو بہ لباس پاتل ناهي، انهن جي ڳچي ۾ مٽڪن جو هار ۽ چيلهہ ۾ مٽڪن سان ٺهيل پٽيون ويڙهيل آهن، جيڪي ان ڳالهہ کي ظاهر ڪن ٿيون تہ هتي جا ماڻهو مورتين کي پوتر ديوين جي حيثيت سان پوڄيندا هئا، انهن مورتين جي وارن جي ناهہ نوهہ ۽ هارن جي سينگار مان اهو تاثر ملي ٿو تہ اڄ کان هزارين ورهيہ اڳ هڙاپا جي عورتن وٽ هار سينگار جو معيار چڱو خاصو اوچو هو، هڙاپا مان ملندڙ بہ مجسما جن مان هڪ "انسان جو ڌڙ" ۽ ٻيو "نچندڙ مرد" جي آهي، اهي ٻئي مجسما سنگتراشي جي فن ۾ مجسمن ناهڻ جي فن جا اعليٰ نمونا آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن ٻنهي مجسمن ۾ انساني جسم جي بناوٽ ۾ جسم جي هڪ هڪ حصي کي مڪمل طرح واضح ڪيو ويو آهي.

**مهرون:**

هڙاپا جي آثارن مان لڌل شين مان سڀ کان اهم اتان هٿ آيل مهرون آهن، جيڪي چورس ۽ مستطيل شڪل جون آهن ۽ انهن جي سائز اڌ انچ کان وٺي اڍائي انچن تائين آهي ۽ انهن مٿان ڪنهن نہ ڪنهن جانور جي شڪل ۽ ڪجهہ تصويري لکتون بہ اُڪريل آهن، جيڪي اڄ تائين پڙهجي ناهن سگهيون. گهڻيون مهرون نرم پٿر جون آهن، انهن مهرن مٿان ڍڳي، هاٿي، گهوڙي، گينڊي، شينهن، سيمڙ، عقاب ۽ مانگر مڇ جون شڪليون ناهيون ويون آهن، انهن کانسواءِ مهرن مٿان وڻن جون شڪليون بہ ناهيون ويون آهن.

**زيور:**

هڙاپا جي کنڊرن مان زيور جو بہ چڱو تعداد مليو آهي، جن ۾ سون چاندي کان وٺي قيمتي پٿرن مان ٺهيل هار، جهومر، بازو بند، نڪ،

پٽي بند، ٻُندا، نئون، چوڙيون، مُنڊيون مليون آهن، جنهن مان لڳي ٿو تہ هتي جا مرد توڙي مايون زيورن جون شوقين هيون پر ناهہ نوهہ جي زيورن مثال طور بندا، ڪوڪن، نٿن ۽ متي وارا زيور رڳو عورتن لاءِ مخصوص هئا، ان ڪانسواءِ هتي جتي ڪٿي ننڍا ننڍا مٽڪا تڙيل پڪڙيل مليا آهن، جنهن مان پتو پوي ٿو تہ اهي عورتن جي ڳچين جي هارن جو حصو هئا، ۽ اهي مٽڪا وارن ۾ سجائيندي يون هيون پٿر جي مٽڪن مان عورتن جي نفاست پسند هجڻ جا اهڃاڻ ملن ٿا.

**ٿانوَ ٿپا:**

هڙاپا مان هيل تائين ٿيل کوٽائي ۾ وڏي انگ ۾ نڪر جا ٿانوَ مليا آهن، جن مان خبر پوي ٿي تہ هتي جا ماڻهو نڪر جا ٿانوَ ناهڻ جا ماهر هئا ۽ هر قسم جا ٿانوَ ناهيندا هئا، اناج کي گڏ ڪري رکڻ لاءِ وڏن وڏن مٽن کان وٺي روزاني واهپي جي ٿانون ڪانسواءِ سينگار جي شين کي رکڻ لاءِ ننڍا ننڍا متيءَ جا ٿانوَ ناهيندا هئا، ہہ وڏا مٽ بہ مليا آهن، جيڪي پنهنجي سونهن ۽ جسامت جي لحاظ کان اتي جي ماڻهن جي مهارت جو هڪ نادر نمونو آهن.

اهي سمورا ٿانوَ ڪنڀر جي چڪ جي مدد سان ناهيا ويا آهن، انهن جو رنگ ڳاڙهو آهي، ڪن ٿانون متان گهري ڳاڙهي رنگ جون پٽيون نهيل آهن، جن متان وري ڪاري رنگ جا گل ٻوٽا بہ ناهيا ويا آهن، انهن گل ٻوٽن جي وچ ۾ جا مريتيڪل ڊزائن ۽ ڪجهہ لهر دار ليڪون آهن، ڪن ٿانون متان انساني ۽ حيواني شڪليون ۽ وڻن جا پن بہ نهيل آهن، جيڪي سَقرين فن جو بهترين نمونو آهن، سادن ٿانون ۾ پاٽي جا جڳ ۽ انهن جا ڍڪڻ، پيالا، ٿالهيون، گلاس، هنڊيون، ٿالهہ ۽ پيا ڪجهہ ٿانوَ اچي وڃن ٿا، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ ان وقت اها صنعت عروج تي هئي.

**سپون، گهونگا عاج جون شيون**

سپين، گهونگن ۽ (هاٿي جي ڏند) عاج مان نهيل شيون بہ مليون آهن، جن ۾ پيالا، ڪينهوڙا (بال) مهرون، ٿالهہ، زيور وڏي انگ ۾ مليا آهن،

جن مٿان سهڻا چٽ گل نهيل آهن، ان ڪانسواءِ انهن شين تي چنڊ، پنن ۽ ٻين شين جون تصويرون ڏاڍي سهڻائي سان اڪيريل آهن، سپ پڻ مان نهيل چوڙيون، ٻيا نفيس زيور ۽ پيون گهرو واهپي جون شيون بہ مليون آهن، هاٿي جي ڏندن ۽ هنڌن جو ڪم بہ هڙاپا جا رهواسي تمام گهڻي نازڪ ۽ نفيس نموني ڪندا هئا، جنهن مان اها پروڙ پوي ٿي تہ ان صنعت بہ ڳچ ترقي ماڻي ورتي هئي.

## پٿر جا وٽ:

هڙاپا مان ملندڙ پٿرن جا وٽ جيڪي انهن جي ڏهائي سر شتي کي ظاهر ڪن ٿا، جنهن مان خبر پوي ٿي تہ هتي جا ماڻهو ڪيترا انہ ڏاهه هئا، جو انهن خاص قسم جا وٽ بہ ناهي ورتا هئا. اهڙي طرح جا وٽ اسان کي موهن جي دڙي ۽ سنڌو ماٿري جي ٻين تهذيبي ماڳن ۽ ڏکڻ بلوچستان جي ياڳي ۾ وڏي انگ ۾ مليا آهن، انهن وٽن سان وراست تورڻ لاءِ هڪ باقاعدا اصول جو ڏس ملي ٿو، جيڪو گڏيل طرح سنڌو ماٿري جي سڀيتا ۾ هلندڙ هو، انهن وٽن جون شڪليون مڪعب نموني جون آهن، جن مان ڪن جو رنگ سليتي ۽ ڪن جو پورو آهي ۽ ڪي وري ڳاڙهي اڇي رنگ مان ناهيا ويا آهن ۽ انهن مان خاص ڳالهہ اها آهي تہ وزن جا اهي سمورا وٽ نهايت چڱي نموني هڪ منفرد اصول هيٺ ترتيب ڏنا ويا آهن، جن جو وزن ترتيبوار ننڍين وٽن جو ٻيڻُ ٿيندو وڃي ٿو، مثال طور هڪ گرام کان ٻہ گرام، ٻن گرامن کان چار گرام وغيره ماپ تور ۾ سورنهن جي انگ جو تناسب برقرار رکيو ويو آهي، وڏا وٽ ڏهائي اصول تحت ناهيا ويا آهن، جيڪي اجوڪي وقت ۾ بہ هلندڙ آهن.

## ٻارن جا رانديڪا:

ٻارن جا رانديڪا جيڪي نڪر جا نهيل آهن، جن جون شڪليون انسانن ۽ جانورن سان هڪجهڙائپ رکن ٿيون، اها ڳالهہ ظاهر ٿي ڪري تہ هتي جا رهواسي راند جا ڪوڏيا هئا. انهي زماني ۾ گلي ڏڪر، شطرنج، ٿاپو ۽ سار بت ذريعي پيون رانديون بہ ڪيڏيون وينديون

هيون، ان دور ۾ وڏن ماڻهن ۾ به راندين جو رواج عام هو، ڇاڪاڻ ته وڏي انگ ۾ ٺڪر، پٿر جي مسالي، اڇي پٿر ۽ هاٿي جي ڏند مان ٺهيل ساريون به مليون آهن، جيڪي رڳو وڏن ماڻهن جي کيڏڻ لاءِ ڪتب ايندي‍ون هونديون، ٻارن جي راند روند لاءِ ٺڪر جون به ڦيٿن واريون گاڏيون، ٺڪر جون سيٽي واريون جهرڪيون، ننڍا ننڍا ٺڪر جا ڪتا، گينڊا، طوطا، ڪبوتر، جهرڪي، ڇيرو، بدڪ، ٻال، ڇڻڪڻا ۽ ٻيون کيڏڻ واريون شيون به هتان مليون آهن.

**اڏاوت جو فن:**

هڙاپا جا ڏاها ماڻهو اڏاوت جي فن ۾ هڪ خاص درجو رکندا هئا، اهي ماڻهو مختلف قسم جون سرون ٺاهيندا هئا ۽ انهن کي چڱي نموني پچائيندا هئا، پٽن جي اُساري لاءِ مٽيءَ جو گارو استعمال ڪندا هئا، هڙاپا مان مليل سرون ٽن ڏار سائزن جون آهن، جيڪي اهي پنهنجي ڪم جي نوعيت مطابق ٺاهيندا هئا.

**هڙاپا جا قبرستان:**

هڙاپا جي کنڊرن جي کوٽائي دؤران به قبرستان به لڌا ويا آهن، جهوني شهر هڙاپا جا رهواسي پنهنجن مري ويلن کي ٻن طرحن سان دفن ڪندا هئا، هڪڙو طريقو اهو هو ته قبر کوٽي ان ۾ لاش کي پوريو ويندو هو، ٻيو طريقو اهو هو ته لاش کي جهنگ ۾ ڇڏي ايندا هئا، جڏهن جانور هن جو ماس پٽي کائي ويندا هئا ته هڏن کي هڪ ٺڪر جي ٿانوَ ۾ وجهي پوري ڇڏيندا هئا. هڙاپا جي رهواسين جو شايد عقيدو هو ته مرڻ کانپوءِ لاش کي قبر ۾ کاڌي پيتي جي شين جي ضروت هوندي آهي، ان ڪري اهي لاشن سان گڏ کاڌي پيتي جي شين کانسواءِ زيور ۽ سينگار جو سامان رکندا هئا، قبرن مان اهي ٺڪر جا ٿانوَ مليا آهن، جن ۾ کاڌ خوراڪ جو سامان ۽ ٻيون شيون رکيون ويندي‍ون هيون.

**حفاظتي ڀت:**

هڙاپا جي منظم ۽ سمجهو رهواسين پنهنجي بچاءُ لاءِ شهر جي چئني پاسن کان هڪ مضبوط، پائيدار ۽ سهڻي پٽ ڏني هئي، انهي پٽ جي ٿولهه 30 فوٽ آهي ۽ ان جو انڪشاف 1946ع ۾ ٿيو، جڏهن سار ٽيمر ويلر هتي اي بي دڙي جي کوٽائي ڪئي، اها پٽ چاڪاڻ ته ڪچين سرن جي نهيل هئي، ان ڪري ان جو گهڻو حصو تباهه ٿي چڪو آهي.

**پورهيتن جي رهائش:**

هڙاپا ۾ پورهيتن جا گهر به مليا آهن، جيڪي هڪ وڏي ميدان ۾ آهن، جتي هڪ ترتيب سان گول چبوترا به نهيل آهن، اتي ئي هڪ ننڍو کوهه به آهي، جيڪو ان وقت پورهيتن جي سهولت لاءِ ٺاهيو ويو هوندو، چبوترا پورهيتن جي گهرن جي اتر طرف پنجن قطارن ۾ پڪين سرن سان ٺاهيا ويا آهن، انهن چبوترن جي باري ۾ قديم آثارن جي ماهرن جو چوڻ آهي ته هتي پورهيت ويهي محنت ڪندا هئا، پيو خيال هي آهي ته چاڪاڻ ته اهي چبوترا ان جي گدام جي ويجهو هئا ۽ انهن وچ ۾ اوکريءَ وانگر سوراخ به آهي، ان ڪري ممڪن آهي ته هڙاپا جا رهواسي اهي چبوترا اوکري طور استعمال ڪندا هئا. اتي موجود پورهيتن جا ڪوارٽر ٻن ڊگهين قطارن ۾ نهيل آهن، جن جي وچان هڪ گهٽي چڙي وئي آهي، هر پورهيت جو گهر ٽن ڪمرن ۽ هڪ ٿلهي تي ٻڌل هو.

**بٺو:**

پورهيتن جي وسندي اولهه ۾ هڪ پڪين سرن جي آوي به ملي آهي، جنهن جي اوچائي ٽن کان ڇهن فوٽن تائين آهي، انهي بٺي ۾ ڌاتو پگهاري انهن مان ضرورت جون مختلف شيون ٺاهيون وينديون هيون، انهي بٺي ۾ شيشي ۽ ڌاتوئن کي پگهارڻ لاءِ ڊگهين جو ڇيڻو ٻارڻ طور استعمال ڪيو ويندو هو.

**اناج جا گدام:**

هڙاپا مان لڌل آثارن ۾ سڀ کان اهم ۽ دلچسپ عمارت اناج جو گدام آهي، اڄ کان پنج هزار ورهيه اڳ اهو اناج گهر راوي ندي جي ڪناري تي هو. جڏهن ته اڄڪلهه راوي هن جڳهه کان ست ڪلو ميٽر پري وهي ٿي، پرپاسي جا هاري پنهنجو ان ٻيڙين ۾ لڏي هن گودام ۾ پهچائيندا هئا ۽ هتان هو پنهنجو مال ٻيڙين ذريعي ٻين شهرن ۾ پهچائيندا هئا، اناج جي گدام جي وڏي عمارت ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته اهي ماڻهو هتي اناج ڀنڊار ڪري رکندا هئا پنهنجي هم وطنن کي به هتان ئي اناج سپلائي ڪندا هئا.

### تباهي جو ڪارڻ:

هڙاپا جيڪو آڳاٽي دؤر ۾ پنهنجي عروج تي پهچي چڪو هو ۽ اتي زندگي جي هر سکيائي موجود هئي ۽ ماڻهو امن امان سان زندگي گذاري رهيا هئا، هر پاسي خوشحالي هئي، هن شهر لاءِ چيو وڃي ٿو ته هي 9 ڀيرا تباهي جي ور چڙهيو، تاريخدان ۽ قديم آثارن جي ماهرن جا رايا هن شهر جي تباهي بابت ڌار ڌار آهن، ڪن جو خيال آهي ته هڙاپا جي شهر مٿان وچ ايشيا مان آيل وحشي ۽ جنگيو آريائن تباهه ڪيو، ڪن جو چوڻ آهي ته هتي ٻوڏن ۽ موسمي اثرن تباهي پکيڙي ته ڪي اهو چون ٿا ته چاڪاڻ ته هتي جا ماڻهو درياهه جي ڪناري آباد هئا ۽ زندگي جي ضرورتن جو دارومدار درياهه تي رکندا هئا پر جڏهن درياهه پنهنجو منهن مٽيو ته انهي واپار پشر خوشحال ماڻهن جو زوال شروع ٿيو، بهرحال هڙاپا سميت ٻين تهذيبن تي تحقيق جي اڃان به ضرورت آهي.

# سنڌ رائٽي پبليڪيشن حيدرآباد جا ڇپيل ڪتاب

| ڪتاب | قسم | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1. منهنجو شهزادو سمهي پيو | (مضمون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | ختم ٿيل |
| 2. احساس جا رنگ | (ڪهاڻيون) | فاطمه پيرڳڙي | 300/- |
| 3. چئبو سچ | (طنز و مزاح) | غلام مصطفيٰ سولنگي | ختم ٿيل |
| 4. داهون منهنجي ديس جون | (مضمون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | ختم ٿيل |
| 5. سنڌ جون شاعر عورتون | (حصو پهريون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 400/- |
| 6. نجمه منهنجو نانءُ | (شاعري ۽ مضمون) | نجمه شيخ | 300/- |
| 7. درد جي پاڇي ۾...! | (ڪهاڻيون) | نسرين سيد | 200/- |
| 8. زندگيءَ جي اوت ۾.....! | (شاعري) | آصف منياڻوي | 250/- |
| 9. زلفن جي زنجير | (شاعري) | امداد سروري | 300/- |
| 10. گهڙي غمن جي ٻاري آ | (شاعري) | ارشاد سومرو | 300/- |
| 11. گيت گلابي ٻارن جا | (ٻارن لاءِ شاعري) | استاد بخاري | 150/- |
| 12. شاعري ڳالهائي ٿي | (تحقيق ۽ ترتيب) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 500/- |
| 13. پيار جا قيدي | (شاعري) | يوسف لغاري | 200/- |
| 14. مستقبل جا مسيحا | (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون) | امداد جسڪاڻي | 50/- |
| 15. پئسو لڌم پٽ تان | (ٻارن لاءِ شاعري) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 50/- |
| 16. اسان جو حضور ﷺ | (نعتون) | صوفي صالح پنهور | 120/- |
| 17. مون وڪر وهائيو حق جو | (نعتون) | صوفي محمد صالح پنهور | 120/- |
| 18. رشتن جو درد | (ناول) | پارس صنم ڪاظمي | 200/- |
| 19. يادگيرن جو ڪفن | (شاعري) | ستار سروهي | 200/- |
| 20. ٽنڊي باگي جي تاريخ | (تاريخ) | انور عباسي | 300/- |
| 21. خواب مرڪي پيا | (شاعري) | حاڪم گل مهر | 200/- |
| 22. حيدرآباد 47 ڪلو ميٽر | (ڪهاڻيون) | زيب سنڌي | 200/- |
| 23. تقدير جو تماشو | (ناول) | عزيز پنهيرو | 200/- |
| 24. ازل کان سفر ۾ | (شاعري) | گلشن سنڌو | 200/- |
| 25. حسين ع جو غم | (مرثيه ۽ نوحه) | امداد سروري | 150/- |
| 26. عالم سڀ آباد ڪرين | (لطيف شناسي) | پروين موسيٰ ميمڻ | 200/- |
| 27. پلڪ پايو سچ | (تحقيق تنقيد) | پروين موسيٰ ميمڻ | 350/- |
| 28. اخلاقي قدر | (ٻار اڻو ادب) | پروين موسيٰ ميمڻ | 50/- |
| 29. گونج به ڪائي ڪونج | (اياز شناسي) | مدد علي سنڌي | 150/- |

| ڪتاب | صنف | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 30.دونهاٽيل شهر | (ڪهاڻيون) | فياض بلوچ | 200/- |
| 31.فڪر جي سفر ۾ | (مقالا، مضمون) | ايس نسيم ميمڻ | 200/- |
| 32.ناوَ هلندي رهي | (فن ۽ شخصيت) | معصوم بخاري | 100/- |
| 33.جانا | (ڪهاڻيون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 100/- |
| 34.لفظن جي خاموشي | (شاعري) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 200/- |
| 35.مان دراوڙ ديس جو | (شاعري) | رضا لانگاهه | 200/- |
| 36.ذات جي ديوي | (سيما عباسي فن ۽ شخصيت) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 300/- |
| 37.ريڙهه پيڙهه | (جديد ڪهاڻيون) | گوهر سنڌي | 300/- |
| 38.شاعري ڳالهائي ٿي | (حصو پيون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 500/- |
| 39.پنل اکڙيون | (ڪهاڻيون) | نور حسين ڪلهوڙو | 250/- |
| 40.سنڌ جون شاعر عورتون | (حصو پيون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 500/- |
| 41.سنڌ اقتدار ۽ مفاد | (سنڌ جي سياسي تاريخ) | محمد وارث عباسي | 500/- |
| 42.جيءُ منهنجو جن سين | (خط) | نور حسين ڪلهوڙو | 250/- |
| 43.مان ٻڙڇي مان گهاءُ | (ڪالم) | مريم مجيدي | 250/- |
| 44.لا شا لڙڪن جا | (شاعري) | سيما عباسي | 300/- |
| 45.مٽيءَ جو مان | (ڪهاڻيون) | حميد ابڙو | 250/- |
| 46.مومل جا مزمان | (مضمون) | قاسم فاني | 250/- |
| 47.حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ | (تاريخ) | محمد وارث عباسي | 500/- |
| 48.روح جو رمتو | (اقبال بلوچ فن ۽ فڪر) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 250/- |
| 49.زلفن جي خوشبو | (شاعري) | علي اڪبر شائق | 200/- |
| 50.تون ڪٿي آهين | (ڪهاڻيون) | فهميده شرف بلوچ | 200/- |
| 51.تنهنجو مشتاق ديد ساري ٿو | (فن ۽ شخصيت) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 250/- |
| 52.ڏيپار جا | (تاريخ ۽ ثقافت) | محبتي ملاح | 500/- |
| 53.منهنجا مشاهدا | (ڪهاڻيون) | ڊاڪٽر دائم علي دربان | - - - - |
| 54.دوزخ | (ناول) | ايوب عمراڻي | 500/- |
| 55.منهنجو ڪاڇو | (تاريخ ۽ ثقافت) | نور حسين ڪلهوڙو | 500/- |
| 56.بالي ووڊ جون بانوريون | (پروفائيل) | واحد سوز ملاح | 200/- |
| 57.جي ڪنڌءِ ڪاڪ ڪڪوريا | (شخصيتون) | استاد لغاري | 300/- |
| 58.تو سيما نانءُ پڌو آ | (سوينئر 2019ع) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 400/- |
| 59.منهنجو بابا سائين | (سرڪار سيد ويڏل شاهه جهانيان) | زوار نقوي | بي مُلهه |
| 60.پرهه ڦٽيءَ جا پنڌ | (گڏيل وايون) | مبين اڇڻ | 250/- |
| 61.هليو وڃبو هاڻ | (قمر ڪوسي ڪي پيتا) | مشتاق بخاري | 100/- |
| 62.عشق عجيباٽو | (شاعري) | يوسف لغاري | 200/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 63.عشق صوفياڻو | (صوفياڻي شاعري) | يوسف لغاري | 300/- |
| 64.ماڪ ڦڙا لڙڪ ڦڙا | (شاعري) | منصور قادر جوڻيجو | 150/- |
| 65.جذبن جهوريو جيءُ | (ڪهاڻيون) | ساجده جبين | 200/- |
| 66.ذات پاڪ جا چارا | (جورهي بروهي فن ۽ شخصيت) | آزاد انور ڪانڌڙو | 400/- |
| 67.تهذيب جو سفر، موهن جو دڙو ڪان هڙاپا تائين | | منصور قادر جوڻيجو | 200/- |

## سنڌ راڻي پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. مائي مجاور | (ڪهاڻيون) | گل ڪونڌر | 500/- |
| 2. اکرن ۾ آواز | ٽي وي اسڪرپٽ | غلام مصطفيٰ سولنگي | 200/- |
| 3. مرڪان ڪان مريم تائين | (انٽرويو، اپياس ۽ مهاڳ) | مريم مجيدي | 500/- |
| 4. جنت | (ڪهاڻيون) | ايوب عمراڻي | 300/- |
| 5. گيتن جي مهڪار | (ٻارن لاءِ شاعري) | غلام محمد غازي | 200/- |
| 6. ناتو شال نڀايان | (شاعري) | سچل آزاد اعواڻ | 400/- |
| 7. هوا مون کي پسايو آ | (ترائيل) | اسد مگھڻهار | 400/- |
| 8. عالمن جو سج | (مرزا قليچ بيگ) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 200/- |
| 9. جل جل مشعل جل | (شاعري) | شيخ اياز | 200/- |
| 10.ظفر ڪاظمي يگانو مصور | (مضمون، تاثرات) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 300/- |

## خوشخبري

سنڌ راڻي پبليڪيشن طرفان سنڌ جي سمورن اديبن، شاعرن ۽ ليکڪن جي سهولت لاءِ اڌ قيمت تي ڪتاب ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي، جيڪي شاعر ۽ ليکڪ پنهنجا ڪتاب نتا آڻي سگهن انهن جا ڪتاب ادارو اڌ قيمت تي ڇپائي ڏيندو، جن به شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن کي پنهنجا ڪتاب ڇپائڻا هجن اهي رابطو ڪري سگهن ٿا.

ڪتاب گهرائڻ ۽ ڇپائڻ لاءِ رابطو: 03013492704

اي ميل: gmsolangi63@gmail.com



سدائين مسڪرائيندڙ ماڻهو، پراسرار مسڪراهٽ
سان سڀ ڪنهن سان ملندڙ هن ماڻهوءَ کي سچ ته
آئون اڄ تائين سمجهي نه سگهيو آهيان، جيتوڻڪ
منصور سان منهنجي ڏيٺ ويٺ پائيان ٿو ته 25 سالن
کان آهي، سندس لکڻ، انتهائي بيباڪ، چٽو ۽
تحقيق تي مبني رهيو آهي، سنڌ جي هيروز کان وٺي
جناح اسٽيٽ تائين سندس لکٽيون منهنجي نظر
مان گذريون آهن ۽ اهي الزامن ۽ تهمتن جا تير به
مون پسيا آهن، جيڪي هو مسڪرائيندو، پنهنجي
سيني مان پار ٿيندي سهندو رهيو آهي، منصور،
منهنجي نظر ۾ منفرد ۽ معزز ان ڪري به آهي ته هو
سنڌ جي انهن نظرياتي ڪارڪنن جي قبيلي مان
آهي، جيڪي سن مان اٿندڙ صدا کي سمجهي سنڌ
جي پياسي سپني جي ساپيان لاءِ رُليا ۽ پٽڪيا، منصور
قادر جوڻيجي کي سنڌ جي تهذيب، ثقافت ۽
سياحت سان به پيار آهي.

سيد سردار شاهه

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٿُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اِڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)